# نالو تري

(سنڌي نج نالا)

ليکڪ

جعفر جيم سنڌي

# "نالو تري"

پاڳو ڇپريون


ڇاپو پهريون................... 2008

ڪتاب جو نالو ............... نالو تري

ليکڪ ............. جعفر جيم سنڌي

تعداد ........ [illegible] هزار

قيمت ........ [illegible] رپيا


# NALO TIREE

(Indigenous Names of Sindhi People)


Author: Jaffar Jeem Sindhi

Publisher: Jaffar Jeem Sindhi

# منسوب

هيءُ نالوتري منسوب ڪيان ٿو نِجُ سنڌي نالن جي نانءُ جيڪي ٻلي، لوڪڙ، لومڙ، چيتي، چيرينڊڙ، ڦاڙينڊڙ، باز، شهباز، شاهين ۽ اهڙي نموني جي ٻين خون خوار درندن ۽ پکي جيڪي اسلام ۾ آهن حرام.
جن جا نالا رکڻ ڪهڙي ريت روا آهن؟
هي حيوان ۽ پکي جيڪي انسان ذات جي ڪنهن ڪم نه ايندڙ هجن ٿا تن ڪان سنڌي نالا سَهسين پيرا ڀلا آهن.

سَهَسُ = هَزارُ
سَهسِين = هَزارين

# الله تعاليٰ جا سنڌي ۾ نالا

ڏاتارُ، ڏاتــــــرُ، سائيــــــن
سَـــباجهو، ٻاجهـــارو، پـــالڻُ هـــارُ،
پـــسويو، ڏٺــيِ، آڳـــو، ڏٺـــي =
مـــالڪ، پــــــسويو= بصيــــرُ

اول ۾ الله پلــو، ســنڌ ۾ شــاهه پلــو،
حــق جـو نعـرو حــق جـي وائـي،
شـــــــــاهه پٽـــــــــائي،
شــاهه جــو پيغــام عــالمي خيــر،
امــن حــق همــت آزادي جــو پيغــام،
نـ آهي وهمـي رسمي رسمن جو پيغام.

اول ۾ الله ڀلو، سنڌ ۾ شاهه ڀلو،
حق جو نعرو حق جي وائي،
شاهه ڀٽائي،
شاهه جو پيغام عالمي خير،
امن حق همت آزادي جو پيغام،
نه آهي وهمي رسمي رسمن جو پيغام.

# مَنڍ

## جعفر جيم سنڌي

### نالو تري

الله توهار. سائين سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار

ڏٺي تنهنجي توهہ. سڀاڄهاتوُن سائي نون اڄهوتوُن آڌار

شاهہ ڀٽائي گهوتَ تنهنجي اوتَ ڪيان تو سنڌي نالا نروار

نالو قوميتي شئي آهي.

هن جڳ ۾ جمندي جام ڪيرئي ڪونہ ٿيو نہ ٿيندو. ڏسي سُڻي ٻڌي پڙهي پڇي سِکبو آهي پرائبو آهي.

1957 ۾ منهنجي نظر مان ڪتاب "خوش خصلت خاتون" گذريو هن ڪتاب جي لکندڙ محترمہ بادام ناتوان صاحبا آهي جنهن ۾ نالي بابت والدين کي هيءَ سُهڻي صلاح ڏنل آهي.

### والدين جا فرض

هي آهن، اولاد جي نالو اهڙو رکن، جو وڏندڙ ۽ سڏڻ ۾ سَولو هجي جا ڪان تہ نالي کي ٻن پنهنجي ذاتي سونهن ٿيندي آهي ۽ ان جو انسان جي حياتي تي نفسياتي اثر پڻ ٿيندو آهي. منهجو مطلب هرون ڀرون اهو نہ آهي تہ رڳو عربي ٻوليءَ جا ئي نالا رکجن.

بادل، ساون، گلاب، بهار، بهادر، سچو، رِندر سهڻي هِير، وينگس ياگيري.

. اهي نالا ڪي گهڻ معنيٰ وارا ۽ گهڻ سُهائيندا نہ آهن سو انهي ڪتاب جي پڙهڻ ڪان پوءِ مون کي سنڌي نالن گڏ ڪرڻ جو خيال ٿيو. پوءِ پنهنجي ڳوٺ جي اوطاق تي، آئي وئي هاري ناري ايندڙ ويندڙ، مهمان مڙي پيندو. فقير فقري ڪان نالا پڇندو رهيس گڏ ڪندو رهيس.

اجا ڪيترا ڪوڙ ڪي نالا رهجي ويا هوندا جي سڄي سڳوري سنڌ ۾ گهمي ڦري هٿ ڪري سگهجن ٿا. پر هي ڏاڍو ڏکيو جاڙ وڪڙ (جاڪوڙ) جو ڪم آهي. نالن گڏ ڪرڻ جي هيءَ پڻ هڪ سولي سَهنجي صورت آهي. تہ جو سنڌي سڄڻ جتاڻ جتان پنهنجي تَر مان سنڌي نج نبت نالا هٿ ڪري خود رسالن اخبارن ۾ ڇپرائي هي منهنجو نج نبت خالص نالن گڏ ڪرڻ جو ڪم بنهي بيحد سست رفتاريءَ ۾ ٿيندو رهيو جنهن ڪري هي نالو نري ڪافي وقت آڳاٽي پڌري ٿيڻ گهرجي ها پر ارمان نہ رئيساڻي مہ روشي ور سستي آرس ڪري ائين ٿي نہ سگهيو.

**نالو محض قوميتي شئي آهي.**

نالو خاص الخاص قومي ۽ زميني شئي آهي.

دنيا جي ڪنهن بہ دين ڌرم ۾ سڀ ڪجهہ اعمالن تي منحصر آهي ۽ نہ نالي تي. دنيا جي افضل دين اسلام ۾ آهي تہ اولاد جا نالا سهڻا سيبتا ناهوڪا سُهائيندا رکو. ائين اصل نہ چيل آهي تہ عربي نالا رکو دنيا جي هر قوم جو نالو نوس ربت هڪ قوميتي شئي آهي. جنهن ڪري نالي کي ديني ڌرمي دائري اندر آڻڻ نہ گهرجي.

... ڇو تہ نالو اعمال ۾ شامل نہ آهي. جنت جهنم اعمال تي ٻڌل آهي نہ نالي تي.

... صاف ثابت ٿيو تہ نالي تي جنت جهنم ڪونهي تہ پوءِ سنڌي نالن کان نفرت ڇو؟

... نالي سان مسلماني آهي ڪانہ اعمال سان آهي تہ پوءِ سنڌي نج نالن کان نٽائڻ ڇو؟

... پنهنجا قومي نالا ڇڏي پرايا پري جا نالا رکڻ ڪنهن بہ قوم کي زيب نٿو ڏي.

اسان سنڌي قوم پنهنجا نالا ڇڏي پرايا ڌاريا عيبر نالا رکيا آهن. هجڻ تہ هيئن کپي ها اسان کي پنهنجي ڌرتيءَ جي خوبي پرين شين بنان. باقي خامين پريو پنهنجو تو ڙي پرايو سڀ طرح جو ڇڏڻ گهرجي.

پرايو ءِ پري جو ڪجهہ نہ کپي نہ ڏکڻ جو نہ اتر جو نہ اولهہ جو نہ اوڀر جو. نالو هجي تہ جو "نہ عربي نہ ايراني نہ هندي نج ٺيٺ سنڌي"

اسان عربي ايراني ترڪي ءِ هندي نالن جو ٺيڪو ٻولي نہ کنيو آهي. اسان وٽ سنڌي ڪوڙ ڪافي سُهڻين صفتن خوبين وصفن ڪيفيتن وارا ڪافي نالا آهن جي رکڻ کپن ءِ آوَس رکجن هان نالي بابت خود عرب ماڻهن جا خيال ٻڌو.

محترم عمر قاضي صاحب جي ڪتاب "ديسين وٽ پرديس ۾" پڙهيم تہ هڪڙي "ريسٽورنٽ ۾ اسان سڀ آيا سين اهي ٻئي عرب ٻڻ اسان سان گڏ هڪڙي ٽيبل تي ويٺا. سچائپ تہ اسان جي بس ۾

ٿي وئي هئي. هڪڙي جو نالو آصف ٻئي جو ناصر هو ٻئي ڀائر هئا. جڏهن ڪين سون پنهنجو نالو ٻڌايو ته هڪڙي چيو "اهو ته عربي نالو آهي " ها آهي ته عربي پر اسان وٽ مسلمان جي حيثيت سان پيش پيو ٿئي. اسان وٽ نالو مذهب شمار ٿيندو آهي . ان ڪري اسان پنهنجا نالا چئي ٻاهر سان عربي نالا رکي پنهنجو ايمان پڪو ڪندا آهيون " هي نور محمد چيو "پر منهنجي خيال ۾ ته نالو اهڙو هجڻ گهرجي جنهن سان قوميت جي سڌ پوي " آصف چيو هان ڏسو عرب ٻان ائين ئا چون. پر اسين آهيون جو عربي ايراني ترڪي هندي نالن جو ٺيڪو کنيو ويٺا آهيون حالانڪ عربي پارسي ترڪي هندي نالا جن جي ٻولي پڻ ٺاهيل ته چئا آهن. تنهن هوندي به انهن نالن جي رکڻ جي ڳالهه ڳجهي پئي آهي ڇو ته نهي رک نالي ڪي.

وهي نه وهي وٽ رينگڻ ڪي. سمجهڻي سمجهي وٽ نالي ڪي. پرائي ڪُني سڃي ٿيندي آهي. پري جي ۽ ايراني وٽ وڏيڪ وٺندي آهي ۽ عام ماڻهن کي ديني ڌرمي چڪ سڪ وڏيڪ ٿيندي آهي. سنڌي مسلمان جي اَمَ ڏمَ عربي ايراني ترڪي نالن تي آهي ته سنڌي هندو جي ام ڏم هندي نالن تي آهي حالانڪ قومي طرح ٻئي ڌريون غلط رخ تي هيون ۽ آهن ٻنهي ڌرين کي ڌاري ڌرتين جي ڌارين نالن رکڻ تي زور. ڪيترا عربي ايراني ترڪي هندي نالا لفظي آوازي ريت ڪٿي چڱا چئجن پر معنوي ۽ خوبي ريت ردي بيحد بيڪار ٻُچڙا آهن. جهڙو ڪر بلي جو پيءُ، بلي وارو. ڏاند جو پيءُ. نانگ جو

پيءُ، چيريندڙ ڦاڙيندڙ. لُومَڙُ لوُڪَڙُ وغيره خيام يعني خيما تَنبوُ ٺاهيندڙ.

زبيدهہ يعني مانڌاڻي ليليٰ رات ڪاري. مَجنُـو معنيٰ چريو پاگل. ذوالقرنين برابر بہ سِڱوُ ڏُڏِڙ ڏوڙ هيو هڙومان يعني باندر بس/اهڙا ۽ اهڙي رِيتِ جا ردي ڪئين نالا آهن هي ڏسو تہ هي بہ نالا آهن جي رکجن ٿا. اهڙن نالن کان تہ سنڌي نالا سئو ڀيرا سـنا سهڻا آهن. پر اسان کي الائي ڇا ٿي ويو آهي جو سنڌي نالا نٿا رکون. عمل ۾ ڇـو نٿا آٽيون سنڌي نالن کان وِيڪَ نفرت انهي ڪري آهي جو اِهـي پنهنجي زبان ٻوليءَ جا آهن عمومن پنهنجي شئي پاڻ کي نہ وَڻندي آهي ٻهاڪو آهي تہ گهر جو پير چُلهہ جو مارنگ. ۽ هيءَ پڻ انساني فطرت آهي تہ پَرائي ۽ ٻيري جي شئي وڌيڪ وڻندي آهي. هيءَ بہ چوڻي آهي تہ پرائي ڪُـنِـي مِـني ٿيندي آهي. ٻيو تہ پرايا اوپرا ڌاريا نالا انهي ڪري وڻندا ٺاهوڪا لڳندا آهن جو هڪ تہ اُنهنِ جي لفظي بناوت ٻيهڪ جي آوازي آساني هوندي آهي ٻيو تہ سندن معنيٰ جي سُڌِ نہ هوندي آهي چوڻون تہ هي جو ڪجهہ ٿئي ٿو اجائي عقيدي جي انڌ ۾. عربي ۽ هنديءَ جا نالا تہ ديني ڌرمي جذبي تحت رکيا وڃن ٿا پر هي مون کي سمجهہ ۾ نٿو اچي تہ پارسي يعني ايراني ترڪي نالا ڪهڙي جذبي هيٺ رکجن ٿا. شايد ايرانين جي حاڪميت افغانين جي حاڪميت سنڌ مٿان گهڻي ٿائين هلي هُئي جنهن ڪري پائنجي ٿو نہ جنهن جو اِهو اثر آهي غير نالن رکڻ جو پنجُون ڪارڻ انهي ڪري ٿيو آهي نہ ٻُڌون سُڻو پڙهون ڏسُون ٿا رڳو

ار دوسٽَتِ يعني نشريات ۽ پڙهَتِ اردو اخبارون ڪتاب رسالا ڏِسَتِ اردو فلمون ۽ ٽي وي وغيره.

نشر و اشاعت غوام تي وڏ ڪان وڏ اثر ڪري ٿي سڄوري سنڌ جي شهرن ۾ آبادي اڪثر اردو پناهگيرن جي آهي. انُهن گنگا جمنائي تهذيب جي دُوسرَنِ جي فطرت آهي تہ جتي هوندا جِتان ڪائيندا پيئندا اُتي جي ڳالهہ ئي ڪانہ ڪندا ڳالهہ ڪندا پري جي لايعني اُپَ آسمان جي. سوهي عربي پارسي ترڪي منگولي يعني مغلي ڪوٺي ڪُوندي نالا ڪيندا لکندا ۽ رکندا آهن پاڪستان ٿيڻ کان پهرين پناهگيرن کي سنڌ ۾ "دُوسرا" چبو ويندو هو.

پناهگيرن ۽ پنجابين جي سنڌ ۾ اچڻ تي هڪ سالڪ چوندو رهندو هو تہ " ڪولوُ ڏئي پولوُ ورتاسون" ۽ راضي فقير لاشاري جو بولُ آهي تہ

"زَرِ ڪائوُ ويا . سرڪائو آيا " فقير جو بول پاڪستان جي چاليهہ سالن ٿيڻ بعد ڪيترو تہ سچو ثابت ٿيو آهي جو 1988ع کان سنڌي قوم جو قتلام چالو ٿيو آهي سنڌ ۾ سنڌي ماڻهن لاءِ مقتل گاهہ بڻايو ويو آهي ۽ چون ٿا تہ سنڌ جي ڪنهن بزرگ جو چوڻ آهي تہ چاليهہ ورهہ اڳي سنڌ غرق ٿيندي سو غير فطري فيصلي جي نظرياتي نالي جا چاليهہ سال پورا ٿيڻ بعد سنڌي عوام جي تهہ تيغ ذريعي زباني ڪئي وڃي پئي.

سنڌ جو داٽو پاٽي بند ڪيو ويو آهي سنڌين جا ڳوٺ شهرن مان ڊانا وڃن پيا سنڌي تعليم جا اسڪول ادارا شهرن مان ختم ڪيا وڃن پيا. باقي سنڌ جي ڌرتي ڳٽُون غرق ڪانہ ٿيندي. اهو غرق ٿيڻ

آهي. "ڌرتيءَ ڌڻين جي ٻوليءَ زبان جو." ڪنهن سالڪ جي چوڻي آهي "جنهن قوم کي تباهه ڪرڻو آهي تنهن قوم جي تعليم تباهه ڪري ڇڏيو" ته پاڻهي سا قوم ختم ٿي ويندي.

## ديسي ناالن تي پرديسي ديني ڌرم جي مار

غير قومي حاڪم ۽ پرديسي ديني ڌرم ديسي طرح جو سڀ ڪجهه تباهه ڪري ڇڏي ٿو خاص ڪري پرديسي ديني ڌرم جي ديسي انساني ناالن تي ايڏي وڏي مارَ پوي ٿي جو ديسي مقامي ناالو ترِي ناسُ ٿيو وڃي. دنيا جي ڪنهن به ديني ڌرم ۾ جو ڪجهه ڪرتُوتَنِ اعمالن تي منحصر بدل آهي. ناالن تي ناهي پوءِ جو ديسي ناالن تي مار پئي ۽ پوي. ٿي قانون قدرت آهي ته پرڏيهي غير مقامي شئي ڪنهن ٻئي مقام هنڌ تي انهين شئي جي اصلي هنڌ مقام وانگر سڀ جي سڀ صحيح جي صحيح فٽ نه ٿيندي. سوءَ ڪٿي پوري اوپري جي هجي يا پري اوڀهه جي هجي.

جيئن جو تيئن نه فائدو ڪندي. دنيا جي ڌرتي جي هر خطي جي وايو منڊل ۾ ماڻهن جو مزاج صورت سوچ ۽ ٻولي جُڙي ٺهي ۽ سانَڍهِ اُنهيءَ ۾ قبر قار ٿيندي رهي ٿي ۽ ٿيندي رهندي. اهو فطرت جو قيرو آهي جو ڦرندو رهندو.

مون ڏٺو آهي ته جيئن انگن عضوي علاج ۾ ٻئِ مريضُ جسم غير موافق اَنگَ عضوا قبول نٿو ڪري يعني رد ڪري ڇڏي ٿو. تيئن غير زميني غير مقامي ناالا مقامي ماڻهن جو سڀاءُ مزاج سڌي ريتِ نه آءَ سڌي طرح لاشعوري ريت رد ڪندو رهي ٿو. پر اسين آهيون جو ديني ڌرمي حسون ۾ غير زميني ناالن تي زور پريو بيٺا آهيون.

## سنڌي نالن تي ڀڃنان

جَنتَڪَنِ ۽ هندُوِ ڪَنِ نالن جا هوندا آهن سنڌي ماڻهو وڻن جا نالا رکندا آهن.

جيئن تہ امب ، امبُو ، امبَلُ ، ٻيرُ ، ٻبرُ ، نمُ ، ڪَنڊُ ، ڪِرڙُ ، ڪَنڊو ، ڪَهُورُ ، ڪامُون ، ليسُوڙو ، گيدُوڙو ، سُنانجَلُ ، لَئو ، لِيارُ ، لياروُ ٻَاهَڻُ ، هَيرڻُ ، تالي ، تالهو ، تانڪارُ ، مينڊي وغيره.

چي هي وڻن جا نالا جنڪا آهن.

وڻن جا نالا جنڪا نہ آهن پر اسين پڙهيل اڄڪلهہ جَتَ ثيا آهيون جو اسان کي جَتُ انازي بنايو وڃي پيو. جو پنهنجي هر شئي کي گهٽ تا ليکيئون اسان کي پنهنجي هر شئي کان نفرت ڏياري پئي وڃي. سنڌي سپ شئي جي نـدا پنهجو پاڻَ آهيون ڪندا جي سَچ حق سان سپ شئي جي پَرَک ڪيون تہ سنڌ سونهاري جي سيني شئين ۾ ڪوڙ خوبيون خاصيتون نظر ايندون پر اسين اهڙن جو پنهنجي سپ شئي کان نفرت وِيڪَ اتئُون.

ڪَنڊو ، ڪِرڙُ ، ٻيرُ ، ٻبرُ ، ڪَنڊُ لفظي رِيت ڪئي سنا سهڻا نتا لڳن پر خوبي صفتي طرح وڻن جون خوبيون فائدا ڏسو. منهجو اهو بہ چَوَڻُ ناهي تہ ڪو هَروُن پَروُن ڪرڙ ٻير ، ٻبر ، ڪنڊ نالا رکيا وڃن. منهنجو مطلب وڻن جون خوبيون خاصيتون ، صفتون سُڻائِڻ آهي.

## وَڻَ جا ڳُڻَ

چان وَ ، ڳَـلَ ڦُـلَ ٻُورُ ، سُرهاڻ ، ڪاٺُ وڻ جي خاصيتن خوبين جي ڳهڙي وَاڪان ڪَري ڪهڙي ڪجي. ماڻهون جي تن بنيادي ڪاڏنِ کير ماس بنا ٽيون بنيادي ڪاڌو ميوو ڦر فروٽ آهي. ماڻهو جو مُـنڍَ کان

بنيادي هٿيار ڪاٺ جو ڏنڊو آهي. انسان جڏهن اڏاوتي گهر اڏڻ لڳو سي ڪکاوان ڪاٺَ ڪاٺِ وارا گهر هُئا. هيٺئر به آر سي سي جائن جا ڳڻهن ۾ ڪاٺُ ڪافي ڪتب اچي ٿو.

گهر جي ناهڻ لاءِ بِت بنان باقي اڏاوت ۾ سجاوٽ ۾ ڪاٺُ ڪافي ڪم اچي ٿو جيءُ ته جهڙ ڪان سڙن نائين ڪاٺ سان ڪم پئي ٿو. پينگهي هندوري ڪان مقام مسانُ تائين.

لاشي سمهارڻ لاءِ قبر جي کوٻ جي مٿاسي ڪاٺَ جي ڏڪن سان بند ڪبي آهي. (هاڻ ڪٿي شهرن ۾ سيمنٽ جي بلاڪن سان بند تا ڪن) ۽ مسانَ ۾ لاش ساڙڻ لاءِ ڪاٺيون ڪم ايندڙون آهن. گهر ۾ ڪاٺ بارڻ لاءِ ڪاٺ سمهڻ لاءِ کٽون ويهڻ لاءِ ڪاٺ سواري لاءِ ڪاٺ هيٺئر جدت نواڻ جي دور ۾ ڪاٺ جو واهپو گهٽ ڪان گهٽ ٿيندو وڃي پيو. پر هوندو هر حالت ۾ رهندو هر حالت ۾.

پٿر واري اڳر ڪوئلي جو بنياد پڻ وڻ آهن بس وڻ ۾ وڏا ڳڻ آهن. وڻن جا ڳڻ ڳڻتي سنياري نٿا سگهجن. اينترا مس قلم ناهن جو لکي لکجن ڳڻي ڳڻجن. بڌائي سڌائي نٿ سگهجن. وڻ وسندي آهن وڻ نشان آهن. وڻ اسان جا ساٿي ۽ ياتي آهن. انهن ۾ گلن ڦلن جي سونهن سرهاڻ آهي وڻن ۾ ماکي آهي.

پنن جي ساوڪ آهي. وٽڪار جي ٿڌڪار آهي. ڦلن جي هٻڪار آهي. قرآن شريف ۾ جنت جي باغن جو ڪئين ڀيرا ذڪر آيو آهي ته "جنت جا باغ جن هيٺيان نهرون وهن ٿيون" باغن ۾ ڇا هوندو آهي؟ وڻ وڻن ۾ ڇا هوندو آهي؟ ساوڪ سونهن ميوا گل ڦل. گلن ڦلن ۾ ڇا هوندو آهي؟ سرهاڻ ڏک ڏيندڙ ڪنڊن وارا وڻ جنت ۾ ڪو نه هوندا.

ڪندن وارن وڻن جا ڪٺي نالا نہ رکو. هن دنيا ۾ هيڏي مٿا ڪُٺَ. بہ تہ جنت لاءِ ڪئي وجي پئي پوءِ بہ جنتي شئن جا نالا ڇنڪا سَمڊا وجن پيا وڻن جي نالن جو ڇنڪو تصور ڪرايو وجي پيو. جنتي شين وارا نالا ڇناٺا ڇو؟ جنت ۾ جانور حيوان تہ ڪونہ هوندا؟

## هندو نالن هُجَڻ جا بهتان

بي علمي بي سمجهي ڪري سنڌي نالن تي هندو ڪن نالن جا بهتان هنيا وجن ٿا. بي علمي قومن جي بربادي آهي ڇي بہ تي ننديڙا مثال. اڪمل اجمل مزمل تہ هي نالا اسان جا غير سنڌي پائر مسلمانڪا ٿا سمجهن ۽ جي سنڌي ڪنهن نالي ۾ "مَل" اچي ٿو تہ هندُو نالو ٿو سَمڊو وجي. هڪ مثال سنڌي نالو آهي "نِرمَل" يعني پاڪ صاف شفاف. هاڻ هِنَ ۾ هندو ڪي نالي هجڻ جي ڪهڙي ڳالهہ آهي؟ ڏسو تہ نِرمَل نالي جي معنٰي جي ڪيڏي خوبي آهي. آوازي ريت آساني سَوَلائي آهي هي اسان جا آيل غير سنڌي پائر پاڻ هندوئاڻو نالو ڪنهن شئي تي رکن ٿا تہ نيڪ آهيءِ سنڌي ڪو نالو هوندو آهي تہ اُنَ تي جَهڙ اردو اخبارن رسالن ۾ بهتان لڳندا آهن. هندو نالو "مانُو" ڪپڙي جي مل وارن ڪپڙي تي رکيو آهي "گوگو" پان مصالحي تي رکيو اٿن "تلسي" سوپاري تي رکيو اٿن گوپي پان مصالح.

سنڌي ماڻهو موتِي نالو رکي تہ ڇَونِ هندوئن جو نالو رکيو اٿن. پاڻ مسِيتن تي نالا رکيا اٿن ميرپور خاص ۾ ڏنمر "جامع موتي مسجد" سانگهڙ ۾ آهي "موتي مسجد"

سنڌي ماڻهون نيازمَندِي جِي هٿ جوڙِي ڪيڪاَرَڻ ۾ ڪندا آهن. تہ اسان جي آيل پائرن ڇيو هندن وانگر هٿ ٿا بڌِنَ. سندن سڀي

تهذيب هندن واري آهي هندو تهذيب وارو پانُ پاَڙ. هندن وانگر هڪ هٿ سان منهن ڌوئڻ. پِتَلِ جا ٿانو گوڏ ڪي هندن واري ڌوتي چون. ڪنوار ڏوليءَ ۾ چاڙهي گهمائڻ ۽ ڪوڏي يعني ڪري ڪي ٻاوَن برهمڻ وانگر لوٽو چون. ايراني ترڪي منگولي ڪافرانا نالا رکڻ چنگيز چغتائي ڪافر بہ اهڙا خونخوار وحشي درندا جن جا نالا رکجن ٿا. خسرو پرويز ايراني بادشاهه جنهن حضرت رسول ڪريم صلي الله عليہ وسلم جن جو خط ڦاڙي ڦٽو ڪيو هو حضور پاڪ جي شان ۾ گستاخي ڪئي هئي هي بہ نالو غير سنڌي مسلمان وڏي هبيج شوق سان رکن ٿا.

خسرو پرويز ڪان راجا ڏاهر ڪهڙي ڪردار ۾ ردي يا خراب هو؟ وطن جي حب ايمان آهي ُهو تہ حملا آور دشمن سان مردانا واروڙهي سنڌ وطن تي سِرُ ڏئي سُرهو ٿيو.

ڇا خسرو پرويز ڪافر نہ هو؟ ڏاهر ڪافر هو. ڇا بهرام جمشيد دارا افراسياب رستم سهراب تهمينا وغيره ڪافر نہ ها؟ ڪافر رڳو ڏاهرهو. ترڪ. تاتاري. تاجڪ. ازبڪ ۽ ايراني جڏهن مسلمان ٿيا. سي سندا اصلي قومي نالا قائم رکندا آيا ۽ رکندا اچن ۽ هرون پرون پاڻ تي عربي نالن جي پابندي قائم نہ ڪيائون ۽ انهن قومن غلام لفظ پنهنجن نالن سان اختيار نہ ڪيو آهي. انڊوچائنا جي مسلمان قومن بہ پنهنجا قومي نالا قائم دائم رکيا آهن. خاص ڪري انڊونيشيا . ملائيشيا وارن غلام لفظ پنهنجن نالن سان نہ ڳنڍيو آهي.

ننڍي کنڊ يعني برصغير جي مسلمان قومن مان هر هڪ قوم پنهنجي قومي ٻولي جي نالن ڪان ڪراهت ڇئجي يا اناڙپ ڇئجي جو عربي . ايراني . ترڪي . مغلي . منگولي نالن جو نبڪو ڪنبو آهي.

پهلا! عربي تہ اسان جو دين آهي پر ايراني يعني پارسي . ترڪي . مغلي . منگولي نالا رکڻ جي ڪهڙي مراد آهي. مصري

مسلمان هن وقت ۾ ظالم قاتلن خدائي جي دعويٰ ڪندڙ فرعونن جا ڏِهاڙا ملهائن پيا. جيڪي الله سائين جي نبين رسولن سان وڙهيا ظلم ڪيا. ايرانين سائرس جو ڏِهاڙو ملهايو آهي. ترڪ بہ ڪجھہ نہ ڪجھہ ملهائيندا هوندا ۽ اسين ڏاهر جي حب الوطني جي ڪردار کي ساراهيون بہ نہ.

تواريخ جي صفحن تان جيئن جيئن لَٽَ لهندي ويندي تيئن تيئن حق ۽ ناحق وارا پڌرا ٿيندا ويندا.

**خون خوار مِرن درندن حيوانن جا نالا**

هِي مِرُنِ درندن حيوانن جا نالا وٽن جي مَٽ ٿي سگهن ٿا؟ بنِهِين نہ. درندن جا نالا جيڪي وڏي شد مد سان فخُريا رکيا وڃن ٿا. فهد = چيتو

اسد ، شير ، شِينهَن، سِنگهُہ، مبين ۽ باز شهباز شاهين = سِرِڻ لفظي آوازي ريت هِي نالا ناهوڪا پيا لڳن. اسد فهد شير سنگهَہ سبين پر ٿيو تہ شينهن. طاقت جي علامت طور دنيا جي مڙني ملڪن ۾ اسد ، شير ،ليو ، لائن نالو عام جام رکيو وڃي ٿو. پر شينهن جي صفاتي بدني بناوتي خاصيتي ڪا سونهن خوبي نہ اٿس ۽ خصلتن تہ خون خوار درندو ظالم حيوان آهي ۽ صورتي طرح تہ بِجُڙو بِلو آهي. بدني ريت تہ بدبودار آهي. ظالمي سَگهَہ طاقت جي طور درندن حيوانن جا نالا رکڻ ڪهڙي معنيٰ مطلب ٿا رکن؟

حديثن سگَورِن ۾ آيو آهي تہ بانورُ ۽ فخر تڪبر نہ ڪيو. پوءِ هي تڪبرانا ڏاڍ ظلم جا ظالم درندن جا نالا رکڻ ڪهڙي معنيٰ ٿا رکن؟ مذهبي ريت سنڌي ماڻهن پاڻ تي عجز انڪساري وارا ڪسِبنَ

جهڙا نالا رکي پاڻَ کي مِيڻُ ڪري ڇڏيو. هتي منهنجو هِي بہ مطلب نہ آهي تہ ِ هِن وقت اهڙا عجز انڪساري غلامي وارا نالا رکجن.

**لقب ۽ نالا**

هيءَ عجب اسرار دنيا آهي جنهن ۾ نالي چڙهيو چوُر قـاهي چڙهي نالي چڙهيو واپاري ڪتيو ڪائي. تيئن لقب "خان " مسلمان جي نالي چڙهي ويو ۽ لقب "مَل " هندو جي نالي منسوب ٿي ويـو "خـان " خون خوار وحشي درنده صفت منگولن جو لقب آهي "خـان خاڪـان " بي معنيٰ ۾ آجوج ماجوج جو لقب آهي. تاتارِن، اُزبڪَـِن ،تـاجڪَـِن ، سمر قند ، بلخ بخارا کان قرِندو افغانين پٺاڻن ۾ آيو افغانين مـان هندُ سـِنڌُ ۾ پهتو.

وحشي درندهہ ظالمن چنگيـز خـان ، هلاڪـو خـان ، ڪبلائـي خـان وغيره وارو لقب هِندُ سِنڌُ جي مسلمان لاءِ ڪيئن مخصـوص ٿـي ويـو مسلماني لقب سَمَذو وجي پيو.

الحمدالله اسـان جـو عربي ديـن آهـي "خـان " عربـي جـو لقــب نـاهي ڪنهن بہ عرب جو خان لقب يا نالو ناهي. سڪندر نالو بـہ مسـلماني ليکجڻ ۾ اچي پيـو. هـي يونـاني نـالو آهـي نـہ عربـي يونـانيءَ ۾ اليگزينڊر ۽ عربن ڪيو اِسڪندر سنڌين ڪَيو سـڪِندر. اِنهَـيءَ نالي ۾ ايڏي نزاڪت بہ ناهي پوءِ بہ ڪافي انداز ۾ رکيو وجي پيـو. "مَـلُ" سنڌي لقب آهي جنهـن جـي معنيٰ آهي "پهلوان جوان مرد " پهاڪي طور چوڻي آهي مڙس تہ ڪو مل آهي. سنڌي قوم جي هـادي رهبر حضرت شاهہ ڀٽائي بادشاهہ پاڻ فرمايو اٿن.

مانجهي سي مَـل هر جنين جي هَٿَ ۾

**"جِي سِي ۽ جان"**

مارواڙي قوم نالي پنيان "جي" جو پڇاڙيءَ ڏيندي آهي جهڙوڪ گل جي، رام جي، ڪان جي وغيره ۽ ڪڇي قوم نالي جي پڇاڙيءَ يعني آخر ۾ "سي" جو پَڇاڙيءَ ڏيندا آهن جيئن تہ "رام سِي" رن سِي، وينسي، وِيرسي، ايراني ۽ افغاني نالي جي پَڇاڙِيءَ ۾ "جان" ڳنديندا آهن جيئن تہ علي جان دلي جان عبدالله جان اَنهن پڇاڙي وارن سيني لفظن جي پاڄ يعني معنيٰ هڪ آهي.

جِي = ساهُہ روح. سِي = ساهہ روح. جان = ساهہ روح. جان عالم نُور عالم نالو سنڌي ماڻهون تہ رکن ٿا مورُ عالم چونٿا رکن؟ روُحِن رکن ٿا ۽ ساهَنُ چو نٿا رکن؟ روُحَل رکن ٿا ۽ ساهَلُ نٿا رکن.
ساهُلَ= روُحِي. روهَلُ= جبلي= ڪوهي. روهُ يعني جبل پهاڙ.
روهِيلو يعني جابلو ماڻهو. روهِي يعني جابلو عورت.

**سنڌي ۽ غير سنڌي نالا**

غير سنڌي نالن ۾ وڏيون وڏيون خاميون ۽ عيب آهن. پر علم ۽ ڄاڻ نہ هجڻ ڪري اسين سمجهي نٿا سگهون. اڪثر عربي نالن جي معنيٰ هوندي آهي. سنڌي نالن جي ڪنِ جي معنيٰ هوندي آهي تہ ڪن جي ناهي هوندي. پر نالي جي معنيٰ ٻي ڳالهہ آهي ۽ نالي جي خوبي ٻي ڳالهہ آهي. هي ڏنو وڃي تہ عربي، ايراني، ترڪي نالن ۾ سراسري رڳو لفظي ٻيهڪ چڱيري آهي. معنوي ۽ خوبي طرح ڪا سِونَهن نہ اٿَن. عربي، ايراني، ترڪي، هندي ڪي نالا آهن تہ سندن معنيٰ جي ڪا خوبي ڪانهي نہ سُونهن، جيئن

پاڻيءَ مان نڪتل. دريا ٽپي ابندڙ اختر خورشيد ڪوڪب ثريا پروين ھي نڪتن تارن جا نالا آھن ھي ڏسو ھن جي معنيٰ ۾ ڪھڙي خوبي آھي عبراني، عربي، ايراني، ترڪي، ھندي ڪيترائي نالا آھن جن جي معنيٰ جي ڪا خوبي خاصيت ڪانھي رڳو لفظي آوازي ريت آساني لطافت آھي ۽ خوبي گھٽ. آوازي ريت سُنا تا لڳن پر اندر مڙئي اگڙبون. يا ٿوھَر جي مثل ڏسڻ جي سونھن جو ڏاڍو سھڻو لڳندو آھي پر ڪَڙو وِھُ زھر ھوندو آھي.

نالي جي معنيٰ کان وڌيڪ خوبيءَ کي اوليت ۽ اھميت ھجڻ کپي نہ معنيٰ کي.

نالا ڪنھن خوبي خاصيت وارا ھجن زميني مزاج ملوڪَتَ يعني سونھن وارا سُھڻا ڳُڻ پريا ھَجن سَڏَڻ وَنڻَ ۾ سَوَ لائي ۽ آساني وارا ھَجن. ھُوندي فائدي مندي شئي جا نالا رکجن. ھُوندءِ بہ حاضر موجود ھوندي وَٽُن جا نالا رکڻ ۾ ايندا آھن.

دنيا ۾ نالا ھر قوم جي ھِڪَ سُڃاڻپ آھي دنيا جي ھر ھڪ قوم جا پنھنجي نوعيت جا نالا ھوندا آھن. نالن جي معنيٰ مطلب کي نہ وَنو جِتي جا آھيون اتي جا نالا ھُجَن.

پرايا پري جا نہ ھجن.

**مذھبي نموني نالن کي چڏيو.**

مذھب دين ڌرم ڏي نالن کي نہ ڇڪيو نالو رڳو رڳو ھِڪَ قومي سُڃاڻَ آھي جنھن ڪري توھان تي ھِڪ قومي طرح فرض واجب ٿئي ٿو سنڌي نالي رکڻ جو.

## نالن جا عيب

(1) نالن جو وڏي ۾ وڏو عيب تہ هي آهي غلامي ڀانهپ وارو نالو. غلامي ڀانهپ نموني نالو اولاد تي اصل نہ رکجي. غلام نالي بابت اڳ بہ ٻہ تي لفظ لکي چڪو آهيان. هتي وڌيڪ وضاحت ڪجي ٿي. ننڍي کنڊ يعني برصغير جا مسلمان غلامي نموني نالا جام ججها رکن ٿا.

پر باب اسلام جي اول مسلمان ٿيل سنڌي قوم تي غلاميءَ جو غلبو وڌيڪ آهي. جيئن تہ فلاڻي بزرگ جو غلام فلاڻي بزرگ جو ٻانهون و فلاڻي بزرگ جو ڏنل، فلاڻي بزرگ ڏنو، فلاڻي بزرگ جو بخشيل، فلاڻي بزرگ بخش.

اصل کان وني سنڌي ماڻهن کي ايڏو غلامي تي چاهہ هو. حد تہ هيءَ ٿي چڪي آهي غلام ڏنو پڻ نالو رکيو اٿن.

توهان پراڻي وقت کان وني موجوده وقت تائين عربستان جي تواريخ پڙهي ڏسو؟ تہ توهان کي غلام نالي سان ڪنهن بہ عرب جو نالو نہ ملندو. "عبدالله" هوندو پر غلام الله نہ هوندو. توڙي عبد ٻانهون، غلام ۽ داس هڪ ئي معنيٰ رکن ٿا. پر غلام جو مطلب عربن وٽ ٻيو آهي پراڻي زماني ۾ مفتوح يعني قبضي ٿيل قبيلن ۽ قومن جا ماڻهو ڪم ايندڙ حيوانن وانگر وڪامندا هئا. وڪاڻل ماڻهو کي عربيءَ ۾ غلام چون ٿا ۽ عبد منسوب ٿئي ٿو الله ڏي يعني الله جو بندو.

هرشيءِ جو مالڪ حقيقي، حق تعاليٰ آهي جو سدا آهي. تنهن ڪري سندس بندو سڏائڻ صحيح آهي.

هرشئي جي حد هوندي آهي پر برصغير جا باشندا حد جو ليڪو اورانگهي بيحد ٿي چڪا آهن. فلاڻي فلاڻي بزرگ جو ڪتو ٿيڻ به سڏائن ٿا.

جڳ جهان ۾ سڳوريون پلاريون اعلىٰ شخصيتون آيون. حيوان مان انسان ڪرڻ، انسانيت جا اصول سمجهائڻ. انهن ائين نه چيو آهي ته "اسان جا سگ سڏايو" پر چيو اهي ته انسان ٿيو.

(2) نالو ديني ڌرمي ڇِڪَ نموني به نه رکجي جيئن فلاڻي تيري ڊينگڙي جو غلام، لال ڏنو يعني ڳاڙهي جو ڏنل، قلندر يعني ملنگ، قلندر بخش يعني ملنگ جو بخشيل.

## امير بخش ڪهڙي امير جو بخشيل؟

پير مرشد جو ڏنل بخشيل غلام فلاڻي تيري جو ڏنل بخشيل. لعل بشڪ (بخش) يعني ڳاڙهي جو بخشيل. اهڙي رِيتِ جا ڪئين نالا آهن. غير سنڌين به غلامي وارا نالا رکندي ڪو نه گهٽايو آهي جيئن ته غلام اسحاق، غلام فريد، قلي بخش وڏيڪ ڪو نه ٿو وجا.

(3) **بگها نالا:.** نالي جي ڊيگهِ ڊگهاڻِ پڻ وڏو عيب آهي ڊگهن ڏکين نالن جي هَرون پرون جي ڊيگهه ماڻهوءَ جو بنيادي نالو ننديو هوندو آهي پَرَ مُندَڙَ پُچڙَ ڳنڍڻ سان نالو رَبڙَ جيئن اِگهي ڊگهو ٿي ويندو آهي. جنهن ڪري نالن ۾ مُنديون پُڇ ٽُنبَڻُ نه گهرجن. مطلب ته ٻتا ٽِيلهه ٽِڪڙَ نالا ڪي ته ايڏا ڊگها چار پنج يڪا گڏيل نالا هوندا آهن. جي نه هئڻ گهرجن نالو ننديو ۽ سَولو سُٺولو جو جهٽ

پَٽِ ونڻ ۾ اچي. مطلب تہ چَڱن عملن بنان رڳو اَهڙنِ نالن رکڻ سان يا نالي ۾ سِپي ڳَنڍڻُ يا نالي سان ُپڇ ٽاڪَڻ ۾. نہ ڪنهن جي اوبر ڪاٽِڻ سان چوتڪارو ٿيٺو ڪونهي نہ هتي نہ آڳوتَر ۾.

(4) ذارين زبانن جا نالا هڪڙا سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ٻيا ڳَرا دقيق ڪاڪڙي ڪيرائيندڙ نالا.

(5) **خَصي ڪدڙا نالا:.** نالا هوندا آهن ٻن نمونن جا مونث مذڪر. نَر پائي جا مادي پائي جا ، نَہ نر نَہ مادي.

**ڪدڙا نالا جهڙوڪ:** ممتاز ، شمشاد ، اختر ، خورشيد پر اهڙي ريتِ جا تہ ڪَئين نالا آهن جي مردن تي بہ رکَنِ مائَنِ تي بہ رکن.

**اوپرن عجيب نالَنِ جو رُخ**

اوپرن عجيب نالن جو رواج تعليم يا فتہ سنڌي ماڻهن ۾ ڏاڍو روَان ٿي پيو آهي اڄڪلهہ اچرج ڀريا ذاريان نالا ڪوتي ڪتابي قبرن مان ڪڍيان اٿن.

سائرس ، سم سام ، الف الوفا ، ببلو ڪاب ڪوسَن عيسائين وَاري ڪليسا ، راحيل ذوالقرنين ، ذوالرافع لبنٰي ، مهرين ، ماريا ، فاريا ، تانيا ، انيتا ، انيلا ، َسنبيلُ ، ڪمار ، انيل ڪمار ، رميش ڪمار ، منيش ڪمار وغيره تانيا روسي نالو آهي البت هِنَ سان هندي نالو تاني ميل ڪائي ٿو. هي عجيب نالن جو رخ ان ئي پَهَرَ اردو جي نشر وَ اشاعت جي اثر ڪري آهي. دنيا ۾ ماڻهن تي ميڊيا

وڏو اثر وجهي ٿي. نشر اشاعت اڪثر وڏن ماڻهن جي نالن جي ٿئي ٿي.

هيءَ وڏن ماڻهن جي دنيا آهي تن جو نقل عام ماڻهو ڪري ٿو. جيئن ڏِسو سونيا گانڌي. اڄڪلهه اِهو نالو "سونيا" عام جام رکيو وڃي پيو. حالانڪ هي نالو اسان وٽ سنڌيءَ ۾ مُسنڊَ ڪان موجود آهي. "سونا" پر اسان جا مذهبي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهون ته اهو نالو غير اسلامي سمَڌا ۽ سنڌي انگريزيدان صاحب اهو ڇتڪو نالو سمجهڻ لڳا.

## مادي حلال ۽ نر حرام

ايراني ترڪي هندي نالا ته رکيا وڃن پيا پر هاڻي ايتري قدر جو يُورپي ٻاندرن جي زبانن وارَن نالن رکڻ جو لاڙو ٿي پيو آهي. مثال مريم عبراني يا عربي نالو آهي. "مريم" کي يورپي ٻاندرن بگاڙي ميري، ميريون، ماريا ڪيو.

انيتا ، شانتا ، انيلا ، تاني هي مادي پائي جا هندي نالا آهن. سي ته رکيا وڃن ٿا ۽ تانُ سين اِنيلُ وغيره نر پائي جا هندي نالا آهن. هِنَ کي هندو نالا سمجهن ته اِهو ٿيو مادي حلال ۽ نر حرام ، اَهڙنِ نالن جي ٻارڙن جا فوٽا سنڌي رسالن اخبارن ۾ ايندا آهن. ڪو ٻارُ اجرڪ جو ٽوپُ يا چولو پاتَلُ آهي. ڪو ٻارُ سنڌ سونهاري جي نقشي ۾ کهاڙي جهَليو بيٺو آهي.

هي بي فائده هَـرُون پـَرُون جو خرچ ۽ بي عملي جي نمائشي قوم پرستي ته ڪيون ٿا. پر سنڌي قومي نالن رکڻ جي هڪڙي ننڍڙي

قرباني نٿا ڪري َسگهون. باقي غاصبن ڪا ذبن ظالمن قاتلن سان وِڙهڻ مارڻ غلاميءَ مان آزادي اسان کان ڇا ٿيندي؟

## سنڌي نالا ۽ لفظ غير سنڌي سمجهڻ

اسين هرون پرون سنڌي نالا ۽ نَـپا = لفظ گفتا عربي، ايراني سمجهي وڏي الف - ب ۾ لکندا آهيون. جيئن تہ سدَورو ڪي صدورو ۽ سوپو کي صوبو اهڙي ريت ڪئين نالا ۽ لفظ آهن. سدَورو نالو وقت جي حساب واري صدي مان ڪونهي نڪتل نہ صدر مان. سدورو نِجُ نيٺ سنڌي نالو آهي سندس معنٰي آهي ڀاڳ وارو سڀاڳو سعيد ۽ سوپو بہ نج سنڌي نالو آهي هي نالو صُوبو يا صوبدار جو ڪونهي بگاڙ. سوپو آهي سوپَ مان نڪتل يعني فاتح. سوپَ = فتح. مطلب تہ اهڙي ريت جا ڪَئين نالا ۽ نَپا آهن اسين اَنُ ڏٺي پڙهيل مُلا واري َجنوُنيت وانگر "هليو َوجُ نَـڪُ سامهون ڪاڏي بہ نڪ نہ ڦيرائجان واري ڪار آهي. اسان کي الائي ڪهڙي چَريائي آهي جو هر شئي عربي ايراني ڏي منسوب ڪندا آهيون. عربي ايراني سمجهندا آهيون. وڏن ڳرن ڪاڪڙي ڪيرائيندڙ اُچارَنِ آوازن وارَنِ اکرن ۾ لکندا آهيون ۽ وڏا اکر عربي جِـهيڪي جِـهيلَ جيئن اُچاري نہ سگهندا آهيون ۽ پيا ائين نٿا ڪنِ. خاص ڪري پختونستان وارا پٺاڻ. جيئن مهمند قبيلو ڪابل ڪنڌار اباسين هُنزا وغيره ۾ اهڙي رِيت جا وَتـنِ ڪَئين نالا آهن جي هُـو نندي الف. ب ۾ لکن ٿا عربي وڏا اکر عرب ماٺهون جنهن جِـهيلَ جهيڪي يعني لهجي ۾ اُچاريندا آهن.

اِها انهن جي ذات فطرت ۾ آهي ۽ اهڙي ريت اُڇارَڻ اسانجي فطرت ۾ ڪونهي تہ پوءِ اهڙي رِيت ڪهڙي ضرورت اُڇارَڻَ جي نہ اِهو جهيڪو(لهجو) اسان جي فطرت ۾ آهي نہ اها اسان جي ضرورت آهي.

اسان وٽ سنڌيءَ لاءِ اهو تاثر خيال آهي تہ رڳو سنڌين ٻين قومن جي ٻولين کان نالا ۽ نَپا گفتا ورتا آهن جهَتيا آهن. ۽ سنڌين کان ڪنهن ڪو نہ ورتا. سنڌي لُهاٽا واٽيا واپاري آدَجُڳادَ کان دنيا جي ڪُنَڊ ڪُڙَڇ ۾ وٺج واپار سانگي ويندا ايندا ها. تن کان ڪنهن قومن لفظ نالا ڪونہ ورتا هوندا. ڏڳِي ڳَئون جي پوڄا هند سنڌ ۾ ٿي. پاڪ پوَتر سمجهي ويندڙ " ڪامر ڌِينِ" ڳئون تي "جُهلَ" وجهندا هئا. چي "جُهلَ" عربي لفظ آهي "جُل" سنڌي لفظ اتي عربيءَ ۾ يا ايرانيءَ جي لکت ۾ لکجي ويا تہ اسان سَمذو اِهي لفظ نالا عربي ايراني آهن جُهلَ عربي يا ايراني يعني پارسي لفظ آهي تہ پوءِ هي بہ هَڙَ عربي، ايراني، ترڪي لفظ هوندا.

جهَندو ،جهَنڊي ،جهالَرِ، جهُوڙو، جهاپو، جهَبو، جهانءِ، هي ڪارڻ رڳو آهي لِکَت جو عربي ٻولي وڏي وسيع آهي ۽ چوڏهن سو سالن کان وني مذهب وسيلي اهميت ۾ آئي ۽ لکجندي پڙهجندي پئي اچي. ۽ ايراني ٻولي جي پڻ لِکَت آهي. جنهن ٻوليءَ ۾ جي لفظ نالا لکجي سانديجي ويا تہ سي لفظ نالا اُنهِين ٻوليءَ جا سَمجَهڻ ۾ آيا. ٻيو هڪڙو مثال ڏيان.

"جڏهين ڪڏهين سنڌڙيءَ ڪنڌارئون جوڪو."

افغاني ڪنڌاري قاتلَ. ويهين پنجويهين وَرهہ سنڌ تي حملي آور هوندا هئا. حملي آورن مان ڪيترا پوئتي موٽي ويندا هئا تِن سنڌي لفظ ساڻُ نِيا پشتو ٻوليءَ ۾ ملي ويا جيئن تہ ڪابل شهر ۾ وڏي گَسَ ڏگِ ڪي وات چَون. مانيءَ ڪي مانئي بہ چوندا آهن. وَڻَ ڪي ون چَونِ چاچي ڪي پشتو ۾ ڪاڪو چَونِ. اهڙا ٻيا بہ لفظ وٺن آهن.

## نالَنِ جي هِڪ جهڙائيءِ

ڪِنِ نالن جي عجب اتفاق سان دنيا ۾ هڪ جهڙائي ٿيندي آهي. انهي ۾ ائين نہ سمجهڻ گهرجي تہ هي نالو فلاني زبان يا قوم کان ورتو ويو آهي. اهڙي ريت جا عجيب اتفاقَ دنيا ۾ ٿيندا آهن.

## ملڪن ماڳن قومن جا نالا مٿائي ڦيرائي ڇڏڻُ

اسان وَٽِ سڀ شئي جو معيار انگريز ٻاندر ٻلي ڪي بنايو اٿن. انگريز ٻاندر جنهن بہ ماڳَ ملڪ جو جيڪو بہ نالو رکي وَني لِکي سو صحيح آهي ڏسو اردن ڪي جو رڊن ، شام ڪي سريا مصر ڪي ايجپت. مُبئي ٻامبي تائيوان ڪي فارموسا. ڪمپوچيا ڪي ڪمبوڊيا. هي چند مثال ڏجن ٿا نہ تہ اهڙا ڪوڙَ ڪافي مثال آهن. انگريزي ۾ جي آواز نہ آهن سي نہ وني سگهن سا تہ مجون ٿا سندن مجبوري آهي پر الف جو آواز وٺنِ آهي. ش جو آواز اٿن "م" جو بہ اٿن "ڏ" جو آواز ناهي تہ اها مجبوري آهي سنڌ ڪي سنڊ لکندا آهن. اسان ڪي تہ SINDH لکڻ گهرجي. پر نہ آقائي انگريز جو ليڪو

نڪتل اهي اُن تي پيا هلون. ٻـيـ هڪ ڳالهـ ٻـُڌو. گَڏَ سـَرَهـَ جي مارڪو پولو سيلاني دريافت ڪيا. هـُن جيڪو نالو اِنهن پسَنِ حيوانن جو سنڌي سفرنامي ۾ لکيو سو انهن جو نالو ٿيو ۽ مقامي سنڌي ماڻهن ڇڏيو تہ گـَڏَ سـَرَهـَ ڏنائي ڪونہ. هتي انگريز باندر جا ميحتائو هي ڇوندا تہ مارڪو پولو انگريز تہ نہ هو. انگريز باندر نہ سهي، يورپي باندر تہ هو. يورپي باندرن ۾ خاص ڪري انگريز جو معيار افرو ايشيا ۾ گهٽو مچيو وڃي ٿو. اهو انهي ڪري جو انگريز باندر امريڪا آسٽريليا (هنن ڪنڊن جا ٻـ اصل مقامي نالا الائجي ڇا ها) جا ڪنڊَ ۽ افرو ايشيا جا ملڪ قبضا ڪري بينڪون بنائي حاڪم ٿي انگريزي ٻولي کي حاڪميت جي هٿيءَ سان عالمي زبان بڻائي ڇڏيو. آمريڪا آسٽريليا ڪندن مان تہ اصلي انسان قومن جو خاتمو ڪري ڇڏيو. ۽ سنڌي قوم کي قيامت تائين جو هيرا منڊي حاڪمن جو غلام ڪَري ويو. فلسطينين کي فنا ڪري ويو. انگريز باندر ٻلي کي آٺون ڇڙ ڪاوَڙ ۾ باندر ٻلو ڪو نہ ٿو ڪوٺيان پر سندس بدني بناوت جي ڪري ڇوان ٿو ٻلي واريون شيرِيُون اکيون اٿن ڪَل ۽ وار باندرن وارا اٿـن. اتفاقي تہ منجهن ٻـ سهٽا ملوڪ ماڻهون ٿيندا آهن پر ڪنهن ٻـ نموني جي سراسري ليکبي آهي يورپي سامراج جي باندرن ۾ هر طرح جي ترقي ڪوڙَ ڪافي پر انساني اخلاق حياءَ فضيلت جو فقدان. وري اڇون ٿا نالي ڦيرائڻ متائڻ واري ڳالهہ تي. عام ماڻهو جو نالو متائي ونبو آهي تہ سو ڪاوڙجي ڇڙي پوندوآهي. هي انگريز ملڪن جا نالا متائي پنهنجي مرضي آهِر وندو رکندو لکندو آهي انهين تي ڪو اعتراض

ڪرڻ وارو ڪونهي. اسين سنڌي ماڻهون انگريزي عربي جي نالن لفظن جا اچار غلط ڪيون ته اسان کي اناڙي جَٽُ چيو وڃي ٿو ايستائين جو عربيءَ جي آوازن غلط اُچارڻ تي ته الله سائين به ڪاوڙايو رکن رب العالمين جي ڪاوَڙَجَڻ جا ڊپَ ڊُجَ ڏين گناهه گار ٿيڻ جا ليبل لڳائين. هي ته عربي آهي پر اردو پوري نه اچارڻ تي سنڌي ماڻهونءَ تي نَنوَلَ چَتَرَ ڪنداءِ ڪلندا آهن خود اسان جا سنڌي پڙهيل ڳڙهيل ماڻهون، چوندا ته جَٽ آهي. وري اردو وارو پناهگير سنڌي غلط اچاريندو پيو ته اُنَ تي ترسُ قياس ڪنداسون ته ويچاري کي سنڌي نٿي اچي. ظالم ملعون غاصب ڪميٽو چارلس نيپيئرِ کي سر جي لقب سان لڪندا آهيون. جيڪي حملي آور قابض ملڪن تي قبضا ڪيا تن جي قبضي کي فتح لکندا آهيون ۽ نه قبضو.

## نالي مهابي چوتڪارو

ننڍي هوندَي وَڏَنِ پوڙهن کان پيا ٻڌندا سُٽدا هاسون ته نالو سيدن پيرن جو رکجي ته مُئي پوءِ ٻُني= قبر ۾ نالي ڪري ڇوٽڪارو ٿئي ٿو. سيد پير مرشد سان گڏ ماني کائڻ سان به ڇوٽڪارو ملندو. پير مرشد جي ماني اوبَرِ ٿيل کائڻ سان به ڇوٽڪارو ٿيندو قبر ۾ جڏهين وڏا ٿياسون ڪجهه ديني علم پڙهيوسون سُڌ پئي ته نالي تي آهي ڪونه. سڀ ڪجهه اعمالن تي آهي. مطلب ته اَڻَ پڙهائي بي علمِي ۾ سنڌي برباد ٿي ويو آهي.

**نالي تي جهيڙو:.** اڳي سنڌ جي ڳوٺن ۾ عام ۽ هينئر ڪٿي ڪٿي نالن رکڻ تي ڳوناتين مائنِ جي ويڙهه هلُ ٿيندو آهي بس ڪٿي تہ پاڻِ ۾ چيتَ ڦٿلا ڪري ڇڏِينديُون آهن. ٻارَ جو ڇهين ڏينهن ڇَٺي تي نالو رکيو ويندو آهي.

ڳوٺ جو مايُون ڇٺيءَ تي واڌائي ڏيڻ وينديون آهن ٻارَ واري گهر. تہ اِهو اسان جي گهراڻي جو نالو ڇو رکيو اَٿَوَ؟
اولاد نہ بچڻ تي بہ نالو مٽائيندا آهن مائٽ

**گدا پسرَ نالا:** اڌ سنڌي اڌ عربي يا اڌ ايراني اڌ سنڌي يا اڌ ترڪي اڌ سنڌي سو ٿيو گڏو پِسَرُ يعني دوغلو نالو.

**ڪوڏاٺا نالا:.** مائِٽ ٻارن جا بہ تي بہ تي نالا رکندا ۽ سَڏيندا آهن. هڪ نالو ڇٺيءَ وارو تہ ٻيا نالا پيار پرِيتِ خوشيءَ لاڏڪوڏ جا رکندا آهن. لاڏڪوڏ واري نالي کي ڪوڏاٺو نالو چَون. ننڍڙي ٻار کي ماءُ گوڏي تي لوڏي هڪ نموني جا گيتَ چوندي آهي جن کي ڪوڏاڻ جا گيتَ چونِ. ڪوڏاٺي گيت جو مطلب "لولي" نہ سمجهڻ گهرجي ڪوڏاٺا لولِيءَ کان الڳ صنف آهي.

**نانگن جا نالا:.** جيئن طاقت جي علامت طور شينهن جا نالا ماڻهن تي رکيا وِجن ٿا. تيئن ڪَلا يعني سگهہ يا طاقت جي علامت نانگ بہ آهي. يعني هڪ طرح جي طاقت طور نانگ بہ عجيب سگهہَ رکي ٿو. نانگَ ڪاڌي طور ڪيترن قومن ۾ کاڌا وڃن ٿا.

نانگ جي وِهہَ مان ترياق ناهيا وڃن ٿا. نانگن جا ٽي وَڏَ يعني قسم آهن. ڪَـلا ڏاري. مــَڻ ڏاري. ڦَڻ ڏاري. طاقتور نـانگن جا نـالا. پَدم . ڪَدم واسينگُ. وَسـِي هـَـرُ. تـَلـيهـَرُ. ڪاريهــَرُ عرف ڪاريهَـلُ (ڪوبرا) ڳوڪـُو. سڱهڙيو يعني سنگ چُورُ. جِهنڊ واري ڪوراڙ جنهن کي گهوڙيل بہ چوندا آهن جا گهوڙي چڙهي بہ ڪائي وڃي ( هي ڊراگون نانگ آهي) تِکو پلو گهوڙو هُجي پر جنهن پاسي جو واءُ واڄَ= هوا هوندي. هوا کي سامهون گهـوڙو هـڪلبو تہ جِهنڊ واري ڪوراڙَ يعني ڊراگون نانگ رَسـي وينـدو. جي هـوا کي پُٺيري هُوندي تہ جِهنڊ اکين ۾ پوَنديس پوءِ نہ پهچي سگهندي گهوڙي سوار کي. ڪَپِرُ نانگُ بہ ٻئي نمبر تي آهي. هي عام نـانگن جا وَڏَ قسم آهن. ڪُنيارو پِوَنگُ. پُجَنگُ. هـَڻ ڪَڻُ هي حقيقت ۾ نانگ نہ آهـي زهري جيتُ آهي ڳـٽِس ٽنگون. پير آهن. ڳـٽِس يعني ڪيس.

پَـرڙَ، اَرڙَ، ارڙَ کي هنديءَ ۾ اجگر نـانگ چـوَنِ ۽ عربي پارسي ۾ ازدها بلا چون. پاڻيءَ جو جهُـوڙُ نانگُ ٿيندو آهي. ناري دريا جي پـَرِ جا پاڳيا مالوَندوُ ڳالهہ ڪندا آهن تہ جهـوڙ نـانگ مِينهِن جي ڇَـڻِن ٽنگن کي وَنگُ هڻي بوُنيءَ وٽان ساهُ پيئندو آهي. سڳوري سنڌ جـي سَڳوري سرتاج شاهنشاهہ پٽائي سـائين. نـانگ جـي طـاقت جـي وضـاحت ڪئـي آهـي "سنها پانءِ مَ ســَپَ جني جي جهــڙپ هـاٿي هنڌائون نہ چري" منهنجي هَروُن پَروُن هيءَ مراد نہ آهي تہ نانگن بلائن جا نالا رکجن. نانگَ جي جوکي زبان جي طاقت جي علامت آهـن. ۽ نہ ڪنهن خوبي فائدي پري سَگهہ جي.

نانگ جي مثال ڏيڻ جو مقصد آهي شير اسد فهد جي نالن بابت جي فخريا رکيا وڃنٿا. اسلام ۾ ته مذهبي شخصيتن کي لقب ڏنا ويا آهن.

**گهوڙن جا نالا:.** گهوڙو طاقت جي علامت آهي ۽ سندس فائدا خوبيون کوڙ آهن. گهوڙن جي رنگن وَسبن جا نالا آوازي ريت آسان ۽ شو وارا آهن سي رکجن.

**گهوڙن جا رنگ** سُرکو. سَنجافُ، سَمندُ، بورُ، ڪُميتُ، مَڪُڙو، بَگلو. امبَلڪُ (ابلق) چِينو. مُشڪي ڪارو، مُشڪِي، ڪشمِشو، ڪارو، نِيرو، ديناري، سُرکو. سائو سُرکو.

**گهوڙن جي چمارَ عمر:.** سَرلُ، ڏئوڪُ، پانچارلُ وغيره.

**گهوڙن جي تورَ، رفتار، اسپيد جا نالا:.**

وِڪَ، رَلو، چَرلُ، مَٺو، چوٽُ، هيءَ آخري اسپيڊ آهي. چوٽَ ۾ جيڪو وارِڙيو رَهندو سنڌ ۾ پلي ۾ پلو معيار وارڙ ئي گهوڙي جو آهي. وارڙيو يعني "واري وارو" جي آرام ڏهه تورَ ليکبي آهي ۽ رئو دارُ يعني چئو تالُ عرف چئو تالي هِنَ تورَ وارو گهوڙو تکو تيز ڪٽي ڪيترو نه هُجي پر هِنَ جي چڙهِي يعني سواري ڏکي ۽ تڪليف ڏهه آهي.

ڇَٺو تالَ کي ڇَٺو بازُ بہ چَوَنِ ۽ مادريو بہ چون. ٻئي نموني جي ٺورَ جا نالا آهن. ڏُگَ، ڏُگامَ، ڏُگامو، سراڙو جنهن کي ٿپالَ ۽ چانچ بہ چَوَنِ. پيلَڪَ يعني ڇُهي هن لفظ کي جملي سان واضع ڪيان ٿو "سوار گهوڙي کي ڪوهَ اڌ جي پَڪي پيِلَڪَ ڪٽي ڏني." ٻيو جملو "پَڪو سراڙو ڪٽي ڪنيائين گهوڙي کي." اسان جا شهري سنڌي لکڻ وارا گهوڙي کي اڙي هٽي هڪلبو آهي. اڙيءَ کي ايڙ لِکن. اردو ۾ اِڙيءَ کي "اي ڙ" چون. هي جملي ۾ چوان ٿو "سوارَ گهوڙي تي لانگَ وَرائي اڙي هٽي وَني هَڪِليو"

ٻيو شهر وارا سنڌي لکڻ وارا اوڍڻَ کي اردو لفظ "اوڙهيو" لِکَنِ. عورت کي پوتي اوڍيل هُئي. عورت کي پوتي اوڙهيل هئي."

اوڍاٿوُ وِڇاٿو = اوڙِهنا ٻچونا

گهوڙن جي سَنجَنِ سامان جا بہ نالا آهن.

**موجوده سنڌي نالا:**

موجوده سنڌي نالن جو بنياد ڏهہ آنا عربي نالن جو آهي ۽ بہ آنا ايراني پارسي آهي ۽ چار آنا نج نيٺ سنڌي نالا آهن. تعويذات جي ڪتابن ۾ عربي نالن جي پَنوترِي يعني لسٽ بہ آهي. شروع ۾ سنڌي مسلمان مُلَنِ مولوين کان نالا پُڇي ٻارن تي رکندا هئا ۽ هاڻ اهو ڪم نشر و شاعت جي وسيلي ٿئي پيو ۽ سنڌي هندو اجا تائين ٽِپڻُو پوٿِي پَٽائي نالو پڇندا آهن.

پوءِ ٻائو ٻانڀڻ ٻـ تي نالا ٻڌائيندو اتن پوءِ کو هڪڙو نالو رکي ڇڏيندا آهن. هندو پنهنجي ابي ڏاڏي جو نالو وري ٻار تي نہ رکندا آهن. اُهو نالو رکندا جو سَنڌُن پُرِيءَ ۾ نہ هوندو.

ملان مولوي نالو رکڻ لاءِ عربي ٻڌائيندا. ٻاوا ٻانڀڻ نالو هندي سڻائيندا. ارمان اِهو آهي تہ رَهون . جيئون. ڪائُون ، پيئُون سنڌ ۾ سنڌ جو. نالا رکون پوي جا کي ڏور اولهہ جا کي ڏوُر اوپر جا. وقت جا وارا ڦيرا آهن. آهو بہ وقت هو جو سنڌ جا نالا عرب ايراني رکندا هئا. جهڙوڪ هِندہ . هِندال. هاڻي هي بہ وقت آيو آهي جو سنڌي قوم جا ٻئي حصا هندو مسلم. ڏور اولهہ جا ڏور اوپر جا نالا رکن پيا. افسوس آهي سنڌي قوم جي ٻنهي حصن تي.

**ذاتين وارا نالا:**

سنڌي نج نيٺ نالا سيڪڙي جو سيڪڙو سنڌي ماڻهن جي ذاتين وارا آهن. ذاتين وارا نالا پهرين پَرَ ڏاڏَن کان تَڙِ ڏاڏَنِ جا نالا هئا. پوءِ جنهن نالي جو "پُونيَرُ "وڏيو ويجهو تہ تنهن نالي جي ذات تي وئي. ڪن جائن . هَنڌَن . ديهِنِ . جُوئِنِ . لُوئِنِ جي نالن تي ذاتيون نهيون پر چوڏهن آنا نالا ماڻهن جا آهن. معنوي صفاتي ريت نہ ڪٿي. پر لفظي آوازي ريت جي ذاتين وارا نالا سوَلا سرِيلا لڳن ءِ انگريزي ۾ لکڻ سَوَلا هُجَن سي وري نالا رکن طور واهپي ۾ آتي سَگهجن ٿا.

**نالا ڪهڙا رکجن:**

نالي بابت ڪوڙ خيال آهن.

1. هڪڙن جو خيال آهي ته نالي ۾ ڇا رکيو آهي. نالي جون ڪهڙيون معنائون ڪهڙي مراد. مڙئي سڃاڻپ لاءِ ڪونه ڪو نالو رکڻو آهي. سڀ شئي جي سڃاڻپ لاءِ سڀ شئي تي نالو رکيو ويندو آهي سو نالي جو خاص مقصد مراد آهي سڃاڻپ.

نالي جي سڃاڻپ باري ماڻهن جو هڪڙو ٽوٽڪو آهي ته ڪنهن ماڻهوءَ جي جوءِ کي ڇوڪرو ڄائو. پيءُ چيو، "هيڪر ته اتـهُ سـتَـهُ ڪري نالو رکوس بابو ٻگهو پوءِ رکنداسونس. نانـسُ ٻـريڙُ تنهن وانگر مڙئي آهي نالو رکڻو.

2. ٻين جو چوڻ آهي نالو سُهڻو سنو رکيو وڃي.

3. ٽين ڌُرِ جو چوڻ آهي ته نالو معنيٰ مطلب وارو رکجي.

4. چوٿين ڌر جو خيال آهي ته مذهبي ديني ڌرمي نالو هجي.

منهنجو چوڻ آهي ته نالي مان خاص قومي سڃاڻپ جو مقصد آهي. قوم جي سڃاڻپ سان گڏ نالن جون ٻيون به خوبيون هجڻ کپن سي آهن سونهن سوڀيا وارا نالا.

معنيٰ مطلب ريت به موچارا هجن ۽ سَڏَڻ،وَڻَڻ ۾ به سَولا هُجن. هن ئوس حقيقي دنيا جي عاصر موجود موچارين شين جا نالا رکجن. ۽ نه مفروضي خيالي تصوراتي عنقا شئن جا. جي ڪنهن جِي پنهنجي ٻوليءَ ۾ معنيٰ مقصد سونهن سنائي وارا نالا هجن ته سي اَوَس رکڻ گهرجن. هينئن هر شيءِ جي پنهنجي پنهنجي نموني جي سونهن سوڀيا آهي انهن تان نالا ڪڍجن:

گُلَ ڦُلَ. ميوا ، وَڻَ ، وَليوُن ، گاهه ، ٻنيءَ جا فصل ٻوڪون ، ماڪي ، منائي ، مَڇيءَ ، وَڄَتَ جي سازن ، سهڻن پکين ، پَسُن ، ساهدار جيتن جا نالا ، پساركي ٻوٽين ، سونَن روپن ، گَهَڻَن ، زيورن جا نالا ، پرت جي نمونن جا نالا ، سونهن جي وَسبَن ۽ سورنهن سينگارن جا نالا ، سنڌ جي ڏُونگَرن ٽَڪرن جا نالا ، سنڌ جي ڍَنڍُنُ ڍورن ، نديِن ، نَئِن جا نالا ، سنڌو سڳوري ندي هڪ آهي پر سندس پراڻين وَهنَدِيُن ڦاٽن جا نالا سنڌ جي لڪن لانگهن جا نالا . سُگِنَڌِ سُرهاڻ ، خماري سونهن ، حُسنُ ساوَڪَ جي سُهڻائيءَ جا نالا ، خوشيءَ جي ڪيفيتن جا نالا جيئن تہ ٺَهَڪ ، مُرڪ ٻين بہ ڪيترين سنين ڪيفيتن تان نالا ونجن جيئن تہ سج اڀرندي جي ٻنڀراڪ . ٻنڀرڪو =فجر . ميٺهن . برساتي ڪيفيتن جا نالا. پنجابي قوم ڪي پنهنجون پهاڙيون بہ پياريون آهن ، مرگلا موٽر ڪار تي نالو رکيو اٿن ، پوٺوهار جيپ تي نالو رکيو اٿن ، خيبر جو نالو موٽر ڪار تي رکيو اٿن. سورهيائي بهادري جي حالت جانالا رکجن خاص ڪري شهنشاهہ حضور لطيف سائين جي رسالي شريف جي سيني سرن مان ڪيترين ڪيفيتن وارا نالا رکي سگهجن ٿا. خاص ڪري سر ڪيڏاري مان سورهيائي بهادري وارا نالا ڪڍجن.

**گُلَن ڦُلَن جا نالا:**

گُلَ ڦُل تہ سڀ سهڻا سرُها آهن. پر انهن جا لفظي آوازي ريت نالا نزاڪت ڀريا لئي وارا لڳن ۽ انگريزي ۾ سَولا لکن وارا هجن سي رکجن. ارمان آهي تہ ، سنڌيءَ ۾ گُلن ڦلن جا نالا ٻنهين گهٽ آهن .

نـ هٿڻ جي برابر آهن. جهڙوڪ ڪنٺهارُ، گوئنتو، هارُ سينگارُ، ٽانگر، موتيو مُگرو، رتن جوت، رابيلَ پَبڻ ۽ لجاوتي.

قُلَ ۽ سندس حصن پاڱن جا نالا:
گوئنجُ، مُڪڙي، پنڪڙي، انگورُ ۽ سَلو.

**گاهن جا نالا:**

ڪي گاهه اهڙا سهڻا ساوڪ سوڀيا وارا آهن جو خود بيهي ڪائجن دل ائين چوندي هرڪندي گاهه ۾ گُلَ ٿيندا آهن. گلن ۾ سرُهاڻ هِن گاهن جي سونهن مَلوُڪَتَ ڏسَڻَ سوا سمجهي نٿي سگهجي، سمجهائي نٿي سگهجي. مکٽي مانڌاٿو، مُنڊيري، ڏنگٽي، ڏانوُ، ڏنُهي، ڪاسني، ڪَلُ. ڪرنگُ، ڪانو، ڪوَنڪ، گِمَرُ، گَنڊيرُ، واهو، نِيرڪِي، ناگِلي، ندو گاهه جي وَلِ جو وڙ = قسم آهي.

ناڙو. گاهه جي ول جو قسم آهي. ناڙاوَلِ، جهنگ ساوڙِي، لمب، لُلُرُ هن جو ٻوڙ بـ رڌبو آهي. ڪِهه هيءُ گاهه گهوڙن جو مرغوب کاڌو آهي. ڪاراهو. ڪِيرولَ، اَڪڙُ، ٻَترِ، ٻنگرو، پَچِنِي، پرَٽُ، مُرتُ، ٻَرَٽ، ٻگرو، ٻوُهُ، ٻُڪَنُ، ٻاتلي هن جا ڏندڻ سنا آهن. چِيمَڪَ، چِيهو، چِيٽُو، اوئِنَ، ڏَتَڪَ، پوئاڙِي، پورهلي پُچُرُ، ڏاڃورو، گوساتو هِنَ ۾ تمام تيز سرُهاڻ ٿيندي آهي. ساٿُون، ساوڙِي، سِنجِي، چِبَرَ، سيئَنُ، بيڪَرُ، چِلُ عرف جهالُورو هن جو ٻوڙ بـ رڌبو آهي. چلُ ڪي اردوءَ ۾ چولائي بـ چوندا آهن.

ڏنارڪـٺوري. اجا ٻـ ڪوڙ جهڙا گاهن جا نالا آهـن جـي مـون کـي ننڍا اچن. گوساتي جو ٻج ڪندن وارو ٿيندو آهي.

**ويگر مصالح جا نالا:**

لئونگ. ڦوتو. نر ڦوتو. مرچ. ڪمال پـٽ. پلاجيبري. دال چيني. جيرو. هيڊ. سنڊ = ادرڪ. ڏاڙهون ڪڻ. گداميري. ڏاٿا. لـوڻ. سينڌو لوڻ. ڪارو لون. ٻصر. ٿوم. وڏف = سونف. پست ڪڻ. امب چور. جائفر = جائفل جائتري آلي ٿـ ادرڪ. سڪل ٿـ سنڊ

**پسارڪي وکر جا نالا:**

اسپنگر. انجتي. املتاس. آهريو. آساپري. ڏوپ. اچڙو. ايريـو. اهوبير. ايلسي. بانني چورو. ٻهيڙا. ٻيرچو. سيـنور. سـوٺا. سرهاڻ. سن. مڪائي. سنا. ساڻر. سمند ڦيـن. سـوپاريون. سـوناگيڙو. سپنڌر. سهنت. ڪندرو. تخم بالا تخم رهـان. ڪنوري. ٽڦلو. ترنج ڪاني. توتيو. گومادر. گگر. گيرانڙو. هريڙ. هرمرو. هرٻـو. هـنگ. هيراڪس. هنجهـو. ڪـاري جيـري. ڪتيلو. ڪنڙو. ڪبسوڦل. ڪني ڪاني. ڪيـسر. (زعفران) ڪمر ڪس. ڪر مچي. ڪلسي شورو. ڪپوئٽي. پٻـر. ڪمبـيرو. ڦتڪي. ڦوڏنو. رتـن جوت. رس ول. روح ڪاني. جر ڦل. جوهر تڪيون. ٻان جتو ڪار. حلابي ڏاتورو. جمال گهوٽو. مني ڪاني. سنهي صفائي ماوا ڪاندبرا. متي ڪٺ. مهمبرو يعني مومائي يعني مهماء. مال ڪنگني. نوشادر. لوبان. لـوڌڪاني. ڪوئـر. ڏاو. چاچرو نڪي. چوب جيني. چبل چاڪ. چوڙ. ول اچـا ول

ڪارا، وڪرڳوڻ، واءُ پمبا، واوِلَ واوِٽيڪُ. ٽمب ٽوٽي، ڏاڙهوُن چوڏي، سُرهي جيري، پيپريوُن ڪَپ ڪچريُون، پريو، پَٽ ڪنُوار، پَٽ تيرُ، ڊاڪَ، آڏيري، ايربالُ، پَڏ پَڏيرا، پرُڪا ٻوٽي.

## سکيءَ جي سهڻن پکين جا نالا

هي پکي ته رنگ به رنگي سهڻا ۽ پيارا آهن. سندن منيون لاتيون وهوا جي ساهه کي وڻنديون آهن. ڪنهن نه ڪنهن پکيءَ ۾ پنهنجي نرالي نموني جي نزاڪت آهي، مورُ، ڊيلَ، ڪونجَ، ڪوئلَ، ڪبوتر، ڳيرو، ڳيري، تترُ، تازو، مئنا، مالاري، ميٽو، مَتاءُ، تلُور، گوڙامو، ٻاتيڙُ، ٻوُنتريو، تيڪلو، تيي تيي هَرِ، پاريهل، پاريهَرُ، پاليهرُ، ٻَلُ چڪ، روڏو عرف نوڙهو، وئهو، هيڙهو، ڪتباٽي، پوري يعني ٻوبَلَ، عرف بلبل، چاپاڪو، چندوُلُ، چيهو، چتوُن. نوٽ: پاريهل کي تنهي نموني اچاريو ويندو آهي.

هي به پکي رنگ به رنگي مٽي تي موز انن ڏاڍا سهڻا آهن ڪُڪُڙ ۽ ڪان ڪُتو پر سندن نالا رکڻ جي رواج ۾ نه آيا پيا هي به سنڌ ۾ پکي آهن.

ڪانءُ، عرف ڪانگُ، ڪَبرَ، ڪارَ ڪٽچي هيءَ رات اسُر جو ٻرليندي آهي انهي مهل ڏاڍي ٻولي وڻدي آهي. چپ، چبرو، ڳجهه، سِرڻ، سانباهو، ڊانديهڙو، گگهڙ عرف جهنگ ڪُڪڙ، ٻوڙي بارَ نڳارو، چاڻهن هي رنگ به رنگي پکي آهي پر نالو سريلو نه اٿس. قوسي، جهرڪي هن جا ڪافي قسم آهن گهرجهرڪي لال

جهرڪي، سوني جهرڪي، جهنگ جهرڪي، نوٽ: "چيهو" پکي به آهي ته گاهه به آهي. نوٽ جابلُو ڏوڙُ ڪانگ به هوندو آهي.

## پاڻي جا پکي

جن کي ڍنڍ جا پکي به چوندا آهن هي گهڻو ڪري پرديسي پکي آهن، هنجهه، هنجهر آڙي) =بطخ) نيرڳي، نيرڳو، ترانڊو، ڏگوش، ڍينڊ، عرف ڪانئرو، رتو نبو، چيڪلو، ڏهلاري لاکي چاچي، چاڙو ڪنگ بگهه، بگو، سانهه پيڻ، تپي تو، توبل، ڪيٺوتي وغيره.

## ماس کائو پکي:.

ماس کائو پکي يعني گوشت خور جن ظالمن جا طاقت جي علامت سمجهي فخر يا طور نالا رکيا ويا هي پکي اسلام ۾ آهن حرام، باز، شهباز، باشو، شڪرو، زرو، ڪڙل، گجهه، گرڙ، وڏو گرڙ کي پارسي ۾ شاهه رُخ چون. لگڙ. جهگڙ، لهو، پرمار، ڪوئامار عرف تمبڻ ترمچي، تهڪ سرڻ عرف هل، سانباهو. پارسيءَ ۾ سرڻ کي شاهين چوندا آهن.

## اڏامندڙ سهڻا جيت:.

هي خوب تر سونهن پريا آهن رنگ چلڪي چمڪ جي جهلڪ اٿن، پوپٽ، پتنگ، سوبٽ، پڙنر، پيند، مينهن وساڙو

چيلاٽو، چوُٽو، آرَ، بانيوُري، مَڪَڙُ، اڪُ مَڪَڙُ ڪڙُ ڪپِيتو عرف ٽمڪٽي، ٽمڪٽو.

**سرٽا جيت:**

سِرِٽا جِيتَ يعني سِرِندَڙَ جيت، ڪانيرو، ڏاورُ، چبنارو وغيره.

**سهٽن حيوانن جا نالا:.**

َهَرڻُ، ڦاڙهو، سامَبَرُ، روجهَ، گَڏُ سَرهُ وغيره

نوٽ: طاقت جي علامت وارن درندن جا نالا رکڻ سان اُنَ درندي وارِي سَگهَ ته ڪانه اچي وبندي. سونهن وارن حيوانن جا نالا رکڻ سان به سهٽو ڪونه ٿي وجبو. پر سهٽين شين جي نزاڪت ۾ درندگي جو تصور نه ڪونهي.

**مڇين جا نالا:**

سنڌ جي مڇي پلو، جڳ مشهور آهي. گوادري پلو سڄو سال گوادر وٽان سمونڊ ۾ هوندو آهي. هِن پلي ۾ چَسَ سبِري، سواد جو فرق هوندو آهي. پر جڏهين سنڌي سمندَ مان جنتي ندي سنڌوءَ ۾ اچي ٿو ته جنتي ميوو ٿي پئي ٿو. ٻيو نمبر ناري جي مڇي مشهور آهي. ڏمبرو، عرف ڪرڙو، موراڪو، موراڪي، پوپرِي، ٻوئڪي، ٿيرِي، ڏاهِي، ساڪرِ، سينگارِي، جرڪو، جرڪَي،

گوجَ، گندَنُ، مڇين جا سوين نالا آهن جي ڪِن ڄاڻو مهاڻن کان لکائجن.

**نکتن تارن جا نالا:**

نکتن تارن گرهن جا نالا عربي، ايراني، ۽ الاهي آهن. جي هند، سنڌ جا مسلمان عام جام رکندا آهن سنڌيءَ ۾ نکتن تارن گرهن جا نالا هي آهن. وِهائو، پيسرو، ائيٺُ، تيڙوُ، لُڏا، ڪَتِي، ڪَتَ، منيون، وچون، ڪوڇَڙن جي ڪچهري، ٻُتو ڪوهه، سِرات واتَ وهائوُ کي انگريزي ۾ وينس چَوِن عربي ۾ زُهري. پيسري کي هنديءَ ۾ لنکيسري چَوِن. هي تارو ڏکڻ کان اُڀرندو آهي.

سِرات واتُ کي پارسي وارا ڪهڪشان چون هنديءَ وارا دوڌُ ڌاراچون. اڳي سنڌ ۾ ڇهه ماهي پوک فصل ٿيندو هو نارن هرلن تي. نارَ ۾ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڏاندن جو جوڙو جوٽيندا هئا. هُرلو نارَ کان هلڪو ٿيندو هو جنهن ۾ هڪڙو ڏاند جو ٽيندا ها. نارَ ۾ ان هڪڙو جوٽيندا هئا. نارن هرلن تي پاڻي جي ٻيِچ وقت رات جو نکتن تي جوڳُون ملندا ها يعني ڏاند ان مٿائيندا هئا ساهي ڪڻ لاءِ.

**نوان وارا نالا:**

هلندي دنيا سان هلجي سو اڄڪلهه سڀ ڏٺول نمونی ۾ ڏسجي پيو ته نالي جو آهي ڙگو لفظي شو، معنٰي خوبي جو ڪو مقصد ڪونهي. هيءَ ڏيک ويک ۽ دوکي جي دنيا آهي جنهن ڪري لفظي شو وارا نالا رکجن منجهن معنٰي خوبي ڪجهه به نه ڪٿي هجي. جنهن ڪري سنڌي سڄڻ ڄاڻو ماهر ڏاها دانشور ويهي نواڻ وارا نالا سنا سهڻا سيبتا سنڌي لهه لهجي جا ناهين، تنهن ڪري جيڪي نواڻ پريا نالا ناهجن جوڙجن تن جو بڻ بنياد پيڙهه پٿر سنڌي نالن تي رکجي. جنهن نالي پنيان لام "ل" لڳي ٿو سو نالو سنڌي رنگ روپ وني ٿو. لفظي ريت سنو لڳي ٿو. پنهنجن پراڻن نج بنيادي نالن کي نئين نموني پيش ڪيون. مثلن "وَهين" پراڻو نالو آهي جنهن کي هن نموني نئون ڪجي وهينلي، وهينلا، وهيليا، وڻ سُڻانجڙو آهي جنهن مان سُڻانجلُ، سُڻانجلي، سرِهُن وڻ مان سريَهنُ. نم مان نِملي، نِملا، نِميلا، نِمُلو، کير، ماکي، مِنائي، ماکَ، سيجَ، ساکَ مان به ڪيترا نالا ناهي سگهجن ٿا جيئن ته کِيريتو، کِيرَتُ، کِيرو، کِيرَلُ، کِيرولو، کِيرالو، کِيرالُ، ماکيءَ مان ماکَنُ، ماکيا، ماکِني، ماکنا، ماکِيلا، مِنائي مان ڪجهه منهن سر وارا نالا رکي سگهجن ٿا، توشو، تِڪي، مِنائي، لَذُون گيهَرُ، گهِبيتُ، مائو ميسُو، موٽي(موني) موٽيا (مونيا) سونَ وَڙو، سگرُ، پَلنگ توڙُ، سِيرو، بوُراني (بورانيا)

**ماڪ:**

ماڪ کي پارسيءَ ۾ شبنم چون آوازي ريت شبنم لفظ چڱو پيو لڳي پر سندس معنيٰ تي رات آلاڻ انهيءَ ڪان ته ماڪ سنو ۽ سولو آسان پيو لڳي. ماڪ مان ڪجهه ته نالا اڳ رواج ۾ آيل آهن ماڪا ، ماڪُو ، ماڪُنُ مادي پائي جا نالا نه آهن سي ناهجن ، ماڪَ ، ماڪي ، ماڪني ، ماڪيلا ، ماڪنا ، ماڪنيا ، ماڪلي ، ماڪلا.

**سيج:**

گهوٽ ڪنوار لاءِ سيج ناهبي سجائبي آهي سيج سونهن ۽ معنيٰ ۾ خوب تر شئي آهي انساني جوڙي جي ڳانڍاپي جو هنڌ. چڙي جواني جي چَسَ ، حيات جي وات ، هن بابت چا چئي چا چئجي ، سيجَ مان نالا ناهجن. سيجُو ، سيجو ، سيجَنُ ، سيجَلُ ، ۽ مادي پيرائي جا سيجَ ، سيجا ، سيجي ، سيجلا ، سيجِيلا ، سيجنا ، سيجنيا ، وغيره.

**ساڪ:**

ميويدار وڻن وليبن ۾ جيڪو پتو يعني داڻو وڻ ۽ ول ۾ پچندو ڳاڙهو لال ٿيندو آهي ان کي ساک چوندا آهن. وڻ پڪي ميوي جي ساک جي خوبين جي ڪهڙي ساراهه ڪجي سندس سونهن سڳنڌ رنگت جو چا چئجي.

بي ساکَ پَٽ ماڻهون جي اخلاقي ريت هوندي آهي ساک مان نالا ناهجن، ساکَ، ساکِي، ساکان، ساکيا، ساکيلا، ساکينا، نر پائي جا نالا ساکو، ساکُو، ساکَنُ، ساکِيلُ.

**اديبن کي اپيل:**

شهري سنڌي اديبن کي منهنجو نماڻو عرض آهي تہ سنڌي نج نالا گهٽ ۾ گهٽ ڪتابي ڪردارن کهاڻين، افسانن ناولن ڊرامن ۾ تہ ڪم آڻيندا ڪيو، هي سنڌي ناتي اوهان تي فرض آهي. اڻ پڙهيل ڳوناڻا ماڻهون تہ عملي ريت سنڌي نالا رکندا اچن. ڀھراڙيءَ ۾ تہ اِهي سنڌي نالا اجا عمل ۾ آهن. اديبن شاعرن ۽ سنڌي اخبارن حق سچ سنڌ وطن جي حب سڪ سمجهہ ساڃاهہ پروڙ ڏني آهي. اِها اديبن شاعرن اخبارن جي محنت جي مهابي آهي ۽ نہ سنڌي سياسي ليڊرن جي ڪري ۽ ليڊرن جو عمل رکيو آهي سنڌي قوم کي پاڻت ۾ ويڙهائڻ وِيچا. وِچُورَ، وِچُڙَ وَجهڻُ، نُهان ماسُ ڌار ڪرڻ، اهي وڏا سياسي ڏائڻ اُمر کان ڏانوَڻَ ڏيندا آيا آهن قوم کي اڳتي وڌڻ کان انهن جو کهڙو ڪردار رهيو آهي؟ غيرن غاصبن ڪا ذبن قاتلن ظالمن جي وزارت جي نالي ۾ ڪمداري ڪرڻ انهن اڳڙيءَ جي گُذَنِ هَٿان سنڌي قوم جا حق مارائڻ، انهن ڪمدارن بي کهڙي سنڌي قوم سان چڱائي ڪئي آهي کهڙا پال پلايا اٿن.

**احسان مند :**

آئون ڪاڪي ڪندي اڻ جو ٿورائتو آهيان جنهن سنڌي نالن سڃاڻپَ ۽ پڌائڻ ۾ منهنجي وڏي واهر ڪئي. هي منهنجي بابا مرحوم جي چڻس خاص گڏ هلڻ وارن حاضري پرڻ وارن اردليـن لئونـگ. ڏنو. احمد مان آهي.

**وري عرض اپيل:**

آئون ٿورو پڙهيو آهيان مون اڳ ڪجهه نه لکيو آهي. هيءَ پهرين لکت آهي. جنهن ڪري اڻ سمجهيءَ ۾ اهڙيون ڳالهيون لکي ويو هجان جي هڪ پڙهي جي تڪڙ ۾ هجن ته تن لاءِ معافي طلب آهيان. پيو ته منهنجي مهاڳ جي مڙني مضمونن جي ترتيب ۽ تسلسل لکڻ ۾ نه آيو آهي جنهن ڪري ٽپ ٽپ ڪري لکيو اٿم. تنهن ڪري ڪلَ نه ڪندا. ٻيو عرض ته مون ڪان جو ڪجهه پڳو آهي سو نالو تري بابت لکيو اٿم. وري به عرض گذار آهيان سنڌي ٻولي زبان جي سڄڻ چاڻن ماهرن کي ته هن موضوع تي ڪنهن نه اڳ وضاحت سان لکيو آهي جنهن ڪري هن باري وڌيڪ وضاحت سان ڪجهه لکو؟ چوٿون عرض اهو آهي ته منهنجو نالو عربي ٻوليءَ جو آهي. جو مائٽن رکيو سندم مابا ملڪيت بنيءَ جو رڪارڊ انهي نالي تي آهي ۽ عمر جي اَجهور تي اچي پڳو آهيان هاڻي نالو لاهي جا ڪيان.

۽ سندم پٽن جا نالا پڻ عربي آهن. جنهن ۾ آئون لاچار هوس جو اهي نالا سَندُن ڏاڏي رکيا باقي منهنجي نيگرين جا نالا نجُ نيٺ سنڌي آهن.

اَجهورَ جي معني عمر جي شام.
ڏينهن لَڙي شام تي. جهڙي عمر تمام تي.

آئون محترم ولي محمد خاصخيلي جو ٿورائتو آهيان. جنهن هن ڪتاب جي اشاعتي مرحلي ۾ مون سان هر طرح جو سهڪار ڪيو.

# ڪَنڊِي ڪَنڊو بابت وضاحت

ڪنڊو هڪ وڻ جو قسم آهي. هن جو ننڍو ٻوٽو هوندو آهي ته ان کي ڪَنڊِي چئبو آهي. جڏهين وڏي وڏو وڻ درخت ٿيهه چاليهه سالن جو ٿيندو آهي ته ان کي ڪَنڊو چوندا آهن. ڪَنڊِي جي وڻ ۾ ننڍي عمر جي وقت ٻنهي بلڪل ننڍڙا ڪنڊڙا مڏڙا ٿيندا آهن. سي به ڪا ڪنڊر ڪنڊيءَ جي وراثتي هوندي تنهن ۾ ٿيندا. ۽ نه لاسڻ جنس ۾. وڏو ڪَنڊو گيل ۽ ٻکيڙ ۾ وڏيڪ ٿيندو آهي. جنهن جي ڇانوَ ۾ ٻه ٽي سئو ماڻهو ويهي آرام وٺن. اڳوڻي وقت مسڪين ماڻهو منهه جني جي ۾ نه ساهي سگهڻ جي صورت م ڪنڊي جي ڇانو ۾ ڇاڇي ويهاريندا ها. ڪنڊي جو وڻ ٿر ۾ ته وڏي اهميت اڳوڻي وقت رکندو هو. ڪنڊي جو وڻ ٿر ۾ ته وڏي اهميت وقت رکندو هو. ٻڪرين جي ڪاڏي خوراڪ لاءِ پن، سڱر ۽ انسان جي ڪاڏي لاءِ ڪچڙيون سڱريون ٻوڙ رڌڻ لاءِ ۽ ڪچڙيون سڱريون باقي سڪائي رکي ڇڏيندا ها. وِقت سارو ٻوڙ پيا رڌيندا ها. ٻارڻ لاءِ ڪانيون ڪتب اچن. گهرن مِنهن اڏڻ لاءِ ڪاٺ ڪم اچي. ٻئراج ايراضن ۾ ته سهنور يعني تر. ٻنيءَ جو هر ڪاهي مٿان سنوت لاءِ ڪنڊي جو تر گهٽو ڪري ناهيندا آهن. "ڪنڊي" جو مطلب جيڪو ماڻهن کي سرير جسم چم ۾ لڳي چڀي سو نه آهي. چيڻ واري ڪنڊي کي اردو ۾ "ڪانٽا" چوندا آهن. ۽ تور وزن ڪرڻ واري کي به ڪانٽا چوندا آهن. ساڳوڻي نالي جي ڌار ڌار جدا جدا نوعيت ٿيو وڃي ٿي. ملا صاحبان جون ڪنڊو ۽ جهنڊو تي ڪافي ڪٽڪيون آهن. پر ڪين سمجهه ۾ ڪجهه نٿو اچي. اسلام ۾ جيڪي پکي ۽ حيوان حرام تن جا نالا رکڻ ته جائز نه آهن. جهڙوڪ اسد يعني شينهن فهد يعني چيتو. لوڪڙ لومڙ باز، شهباز وغيره ۽ جهنڊو. ملن جي هر فرقي جي هر نموني جا جهنڊا نشان ڪيا آهن. باقي ماڻهو تي جهنڊو نالو رکڻ ڏوهه غلط ٿي پيو. قرآن شريف ۾ گڏهه جي آواز کي خراب چيو ويو آهي. يورپ وارن جڏهين لوئوڊ اسپيڪر ٺاهيو ته ان وقت جي ملن وڏي مخالفت ڪئي ته "گڏهه جو آواز آهي" ۽ هن وقت ملا صاحبان وڏ ڪان وڏ لائوڊ استعمال ڪن ٿا. هتي منهنجو هي مطلب نه آهي ته هرون ڀرون ڪنڊو. ڪنڊي نالو رکجي. ڪنڊي نالي جي معنيٰ سمجهائي هئي. ڪاٺ جو ساٿ ته قبرن تائين آهي.

وَڃي پُڇو وَڻِ ڪان جيڏهن ميوا ڪَن
لنيون، پتر، ڇاڙيون سيئي سهن
سخاءَ جي سيد چئي دل ۾ درختن
ورَيو قريون قر ڪن نامي خاطر ناڻءَ جي

(حضرت شاهه)

# الف امب

الله ڏِنو
الهه ڏِنو
الهاڻو
الهَڙو
الهه وَرايو
الهه وَسايو
الهه وَڌايو
الهه جُڙيو
الهه رَکيو
الهَ بَچايو
الهَ ڏِنو= سرائکي نالو
الهَ راسِي= سرائکي نالو
آڏت = آفتاب = شمس

**آڏُو**

**آيو**

**آيلُ**

**اوهِيرو=** برسات جي وس جو هڪ نمونو

**آڳمُ=** مينهن برسات جي هڪ ڪيفيت

**اُڳمُ=** جابلو لئي جو منو ڪوئر

**اَتورُ=** عيش

**اوٻاهيو**

**آسِري=** لئي وڻ جو قسمر

**آسِرِينُ=** لئي وڻ جو قسمر ( سچو لئو )

**آچَرُ**

**آچارُ**

**آچُو**

**آچَنُ**

**آندلُ**

**آمُون**

**آمَنَ**

**انگاسُ=** علم جهندو

**امبُ=** ميون جو بادشاهه ميوو

**امبَنُ**

**امبَو**

**امَبلُ**

**امبُلو**

**آوَتُ**

**آگي ڏِنَو=** (آگي ڏنو)

**آگينَو**

**آگو**

**آتو**

**آتلو**

**آتو**

**آپنُ**

**اوجَرُ=** مصفا اجرو اوجل

**آئِلُ**

**آلُو**

**آبنَ**= شايد عارب جو بگاڙ

**آبُو**

**آرِي**

**آرُو**

**آسَنُ** = سنڌي واڪيو نالويعني اميدو

**آسَوُ**= سنڌي واڪيو نالو

**آسَرُ**= سنڌي واڪيو نالو

**آسُودو**= پارسي نالو

**آهُو**= سهڻين اکين جي پيٺ هرڻ جون اکيون پارسي نالو

**اونو**

**آڍو**

**آئِي ڏانُ** = مارواڙي نالو

**اِنرُمِنرَ**

**اوڍَرَ**= ڍڪ يعني ڇانو

**اوڍو**

**اوڍَلَ**

**اڪُ**= اڪ جو ٻوٽو

**آڪَنُ**

**اڪو**

**اوُنگَرُ**

**اڳهامُ**

**اڳهمُ**

**اوپايو**

**اوپائِلُ**= بلند

**اَيَنَ** = اڀ آسمان

**آنگَلَ**= ناز انداز

**اِرِبيلو**= بي باڪ

**اِرڙو**= سرڪش ڪرڙو

**اڙٻنگَ**= سوڙهو ويڙهو بهادر

**اِڳرو=** سوايو فائق

**آڏراڪُ =** بلند اڏامندڙ

**اَڏيو**

**اَڏيلُ**

**اَلمَندو**

**اَلمَ آندو**

**الماندو**

**اَمـلُ =** املهه= بي بها

**اَٽلُ =** اڻ ٽر جانباز

**آدلُ =** ادي ياء مان ٽڪتل

**اَڳَڻُ**

**اَلڻُ=** علي نالي سنڌي رنگ ورتو

**الُو=** علي جو بگاڙ

**اَڻُ موٽُ =** جانباز

**انگُورُ =** هي پارسي وارو انگور ميوو ڪونهي.

هي سلي وارو انگور

**اڳارِيو**

**اَبـلُ**

**اَبلُو**

**اُڏيرو**= (اڏي رو)

**اُڏيرَڏِنو**= اڏيرو لال جو ڏنل سنڌي واڻيا رکندا آهن

**اِيسَنُ** = عيي جو بگاڙ

**اِيدَلُ** = عيد جو سنڌي رنگ روپ

**اَمُلُ مائِڪُ** = بي بها گوهَرُ

**اَجَملُ**= اجهي مان نڪتل

**اَڏولُ**= بردبار

**اَڇامُ**= صاف اڇي رنگ مان نڪتل

**اَلِڪو**

**اَمِينگُ**

**اينَچلُ**

**اَمـرُ** = حڪم مقدر عربي نالو

**اَمَـرُ**= سدا حيات، هي هندي نالو آهي.

**اِيسَرُ=** سنڌي واڱکيو نالو.

**اوبَرُ**

**اَجَنُ**

**اَمِيرو =** عربي لقب امير جو بگاڙ

**اَمِيرُو=** عربي لقب امير جو بگاڙ

**اَلِيدو=** عربي نالي "علي" جو بگاڙ

**اَلُودو**

**اَلِينُو =** علي ڏنو

**اَربُو=** پارسي ايراني لقب ارباب جو بگاڙ

# ب

بِلاوَلُ= قومي هيرن مان هيرو حضرت مخدوم بلاول شهيد بلاول هي عربي نالو بلال آهي.

بانْڪو= سورهه وير بهادر

باڪو= ڪي ماڻهون باڪو کي نون ڪانه ڏيندا آهن

بَچَلُ

بَچلُو

بَچو

بَچُو

بَچَنُ

بَچايو

بَچَندو

بَمپورُ= بمپا وار واسينگ وارن جي تشبيهه. بَنٻيرُ

بَمپو

ٻُولو= نڪ جو سونو ڳهه زيور

**بولو**

**ٻُولَڻُ**

**بابُو**

**بابَڻُ**

**ٻِيرو**

**ٻِيلو**

**ٻيکَرُ**= سهٽي گاهه جو وڻ= قسم (ٻي کَرُ)

**بادلُ**

**بوڊِلو**

**بادلو**

**بادو**= بادل جو بگاڙ

**بالُو**

**بالَمُ**= محبوب پيارو هندي نالو

**باگو**= باغ جو بگاڙ

**ٻَنگُو**= بروهڪو نالو

**بيگو**= ترڪي لقب "بيگ" جو سنڌي روپ

**بيگَنُ**

**بَنگُلُ**

**بَڪَسُ**

**بَهارو**= پارسي لفظ "بهار" سنڌي رنگ ورتو

**پِيلُو**

**بُلو**

**بِدُو**= عبدالله جو بگاڙ

**بِبارَڪُ**= بلوچڪ لوڪ نالو

**بِبيرَڪُ**= بلوچڪو نالو

**بيورڪ**= بلوچڪو نالو ( بي ورَڪُ)

**بيورَڪُ**

**بِجارِ** = بلوچڪو نالو

**بِجَرِ**= بلوچڪو نالو

**بَسندُ** = بسنت جو بگاڙ

**بَسنتُ** = رت بسنت بهار

**بَلوچو**= بلوچ مان نڪتل نالو

بالاڇُ = بلوچڪو نالو

بَڪُو

بَڪَنُ

ٻيڪو= ماڙيچو نالو

ٻَسَرُ= (بصر ياچي)

بَخشَلُ = ايراني پارسي جي سنڌي صورت

ٻشِنُو= هندي نالو

بوُبَڪُ

بودو= بروجي نالو يا بلوچي نالو هڪڙي ڳالهه آهي.

بَشو= بروهڪي نالو

بَشامُ

بَگو= سفيد رنگ وارو

بَگُو

بَشڪُ = پارسي "بخش" جو سنڌي روپ

بَشڪَڻَ= پارسي "بخش" جي سنڌي صورت

بَشڪو= بخشو جو بگاڙ

**بَڪن**= شايد "بقا" جو بگاڙ

**بوزِبنڊو**= هڪ ساز

**بِبنُون** = ساز جو نالو

**بادو**

**بَدو**

**بَدامُ**

**بَدائُ**

**بَنُونْ** = گهوٽ شادي وارو

**بَنُرو**= گهوٽ شادي وارو

**بَسُو**

**بانٺو**

**بشڪو**= بخش جو بگاڙ

**بَرادِي**

**بالِبو**= مارواڙي نالو

**بالو**= چولي قميص وارو

**بوچو**

بـَختو= پارسي "بخت" جي صورت

بـَختـُو= پارسي بختو جي صورت

باگُو = باغ جو بگاڙ

باگَنُ

بَگَنُ

بارَنُ

باتيلُ (باتيِ لُ)

بَتيلُ (بتيِ لَ)

بَتيلو (بتي لو) ننڍڙي بيڙي هڙيو

بَرو= سهٽين ٻڪرين جو قسم هرڻ " ٻڪري جي
ميلاپ مان جنس آهي

بودو

بالي (بالِ ي)

ٻِـدُو

ٻِدو

بَرڪَ = فرسٽ ڪلاس

**باڪـَرُ** = باک ڦُٽيءَ مان نڪتل يعني فجر

**باڪو.ٻجُو**

**ٻُوجو**

**ٻَڪو**

**ٻَڪِڙُو**

**ٻَبَلُ**

**بابَلُ**

# ٻ

**ٻاجھي**

**ٻاجُھو**

**ٻَھَڳَڻُ** = خوبن پريو سالڪ

**ٻيڙُو** = بَتُن

**ٻانھُونَ**= عبد، غلام، داس

**ٻُڍيو**= سُيو

**ٻُڍو**= پوڙھو، پيرسن

**ٻَڍِلُ**= پوڙھو

**ٻاروَچل**

**ٻاروچو**

**ٻاراڇُ**

**ٻُبَرُ** = سنڌ لوڪ وڻ

**ٻيرُ** (ٻي ر ) ميوات

**ٻيلو** ( ٻي لو)

**پيڙو**

**پيلنگ** ( پِي لَنگ )

**پگهو** = پاڻي جو پکي

**پگو** = پاني جو پکي

**پگل**

# پ

پرينءَ مورُ = محبوب مور
پرينءَ= محبوب مور
پَتَنگُ= فدائي اڏامندڙ جيتُ
پَتَنگو
پارَسُ = هڪ قيمتي پٿر آهي
پيارو
پـرلُ
پَريل
پيارَلُ
پَرچِينُو
پانـڌهُ = سُورهِ وير بهادر
پاوَنگُ= ويڙهه جي پڙ م پير نه پوئتي هٽائيندڙ
پَرذَرُ = غير کي ڌِڄاريندڙ

پَدمُ= دولت جي ڳاڻيٽي جي آخري حد. لک ڪروڙ ارب. کرب. نيل پدم

پـٽـُلو= پَٽ مان ورتل ريشمون

پَٽولو= ريشمو

پَٽيھَرُ = پَٽ مان نِڪتلُ يعني ريشمُو

پَٽُ پَٽيھَرُ= ريشم. ريشمو

پَٽيھَلُ = ريشم ريشمو

پوپَٽُ = رنگ بہ رنگي اُڏرندڙ جيت

پَلَنگو= پلنگ مان ورتل

پَپِرُو= ڳيرو _ نوخيز _ پيارو

پَپَنُ

پَپلوُ

پياسِي= پريتِ جو اُجارو

پَنِيھَلُ

پَنِيرُ

پَنِيرو

پنيرُو

پنهُونُ

پُنَهَڻُ = هي انگريزيءَ ۾ لکجي ته پنّهنُ ٿيندو

پنهلُ

پَريو

پرُو

پيرو= پارسي لفظ" پير" جي سنڌي صورت

پيرَلُ = پارسي لفظ

پيرَڻُ = پارسي لفظ

پيرُو = پارسي لفظ

پاهرُ

پَنگُو

پسَڻُ

پَسايو = ساهه روح يعني روحل

پَرتو

پرَنَلُ

**پچَلُ**

**پَنبَلُ**

**پنِي لَڏو**

**پوپو**

**پوپـُو**

**پوپـَنُ**

**پـڪو**

**پَلِيو**

**پارُو** = واٽڪيو نالو

**پـَبُ** = ٽڪر جبل جو نالو

**پَنجِي** = گرگلا اڇوت قبيلي جو نالو جن کي لاڙ ۾ ٻَڙا چَوَنِ

**پوهُو**= سنڌي لهاٽڪو واٽڪيو نالو

**پيسـُو** = (پيِ سُو) واٽڪيو نالو

**پـَمـُونْ** = واٽڪيو نالو

**پمَنُ**= واٽڪيو نالو

**پوڪَرُ=** واٽڪيو نالو

**پِراگو=** مار واڙي نالو مارواڙي نالا يوربي نالن سان ملن ٿا

**پانڊِي**

**پَڏامُ**

**پيرڏِنو**

**پيراٽو**

**پَنيو**

**پَنجو**

**پَنجَلُ**

**پَنجُو**

**پوڙهو=** ڪُراڙو

**پِندوڪ=** مڪراني نالو

**پَتاشو**

**پَڏو**

**پَڏيرو** (پڏلي رو) ڪميءَ جهڙي اوِيڙ آهي پر زهري.

**پـڏيـڏيرو**= ڪميي جهڙي اوڍِڙ پرڪائڻ جي قابل ناهي.

**پـڙنگ، پـڙانگ** = قد وزن ننڍڙو شينهن پلنگ به چوَنِ.

**پاڏو**= مال جو سانُ. طاقت جي علامت

**پاڏل**

**پاڏلو**

**پيرُونَ** ( پي رُونَ) ڪپڙ وڻ جو منو ميوو رنگ به رنگي.

**پـناهيو** = پارسي اکر پناه مان نڪتل

**پـنـهيو**

**پـنڊو** = مڪراني نالو

**پـڪول** = مڪراني نالو

**پاريهـل** (پاري هـلُ) سهٽي پکي ڪبوتر جو هڪ قسم پاريول (پاري ول) پاريهل کي ڪي هـهـڙي ريت به اچاريندا آهن.

**پاريهـر** = پاريهل کي ڪي هينئن به اچاريندا آهن.

**پاليـهـر** = پاريهل کي ڪي هينئن به اچاريندا آهن.

**پـتـنـير** = بي حد فائده لاي دائڪ جڙي بوٽي.

**پَلالُ** = سارين جو گاهه.

**پـيـزدانُ** = مارواڙي نالو

**پـَرِچـَنُ** = پرچڻ مان نڪتل

**پـَرِچَندو**

**پـَرِچـُو**

**پـَرِچـِي**

**پيسرو** (پي سِرو) هڪ روشن تارو ڏڪڻ ڏي ايرندو آهي. هن تاري کي هنديءَ ۾ لنڪيسري چون.

**پالُوَنْدَرُ**

**پالارُ**

**پِتو**

**پـَـپـِي**

**پـُـتـَنُ**

**پاٽُو** = پٽ ريشم مان ورتل

**پـِرهَم پـِـياڪُ**

**پسُ** = مال تازي ويائل جو کير ٽي ڏينهن ڪاڙهبو سيرِي جهڙو ٿيندو.

**پـَتـيلو** = (پتي لو) ننڍڙي ٻيڙي = هـُڙيو

# ٻ

ٻاوَندو

ٻُورو = گوري رنگ وارو

ٻُورَلُ

ٻُورالُ

ٻُوريلُ (ٻوري ل)

ٻُورانُ

ٻُورَڻُ

ٻُونگَرُ = دوداڻي دلير دودي سومري جو ڀائيٽيو ۽ ٻئي

ٻَڙُجانگَ = جوڀُ جوانُ

ٻَلُو = بهترين

ٻلي ڏِنُو = ٻلارو الله جو نالو، الله جو ڏنل

ٻَمُونَ

ٻاوَنُ

## ٻائِــي خان

ٻاڳُو = بختاور

ٻاڳَنُ = نصيب وارو

ٻاڳِيو = بخت آور

ٻاڳوتو

ٻاڳُ وَنَد

ٻـَئُوُنْرُ = گلن ڦلن جو واس وٺندڙ اڏامندڙ جيت

ٻَلاڙيو = سگهورو

ٻـُگَڙُو = ڇٽن مان ٻانارا ناهيندا آهن

ٻَلهَڙُ = خوب تر سُٺو

ٻَلهَوڙُ

ٻُورانْجو = گوري ٻوري رنگ وارو

ٻُورانْڊو = گوري ٻوري رنگ وارو

ٻانُو = مارُواڙي نالو

ٻيرُو (ٻي رَو) واڻڪيو نالو.

ٻاڳ چَندُ = واڻڪيو نالو

# ٽ

ٽَماچي

ٽُسِينُو

ٽُورپيو

ٽِڳيو

ٽَڳُو

ٽَڳيلُ

ٽَڪُرو

ٽوڳاچي

ٽوڳاچو

ٽوڳو

ٽَنَگُو= پروچڪو نالو

ٽُونانُ = پروچڪو نالو هڪ سُورهيہ. ويرُ. بَهادُرجنهن غاصبن مغلن سان مُهاڏو اٽڪايو

ٽَڪُو

تاجو= عربي تاج، سنڌي رنگ ورتو

تاجُو= غربي تاج سنڌي رنگ ورتو

تاجَنْ = عربي تاج جو سنڌي رنگ روپ

تاجَلْ= سنڌي سهڻو نمونو ٿيو لام لڳي

تَجَلْ = عربي نالي تاج مان نڪتل يا تجلي (تجلي) مان نڪتل

تُرڪُو= ترڪ جي سنڌي صورت يا بگاڙ ڪٽي ڇٽجي

تنُوَنْ= سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

تولو= ڏڪو سون جي تور جو وزن

تولُو = ڏڪو سون جي تور جو وزن

توشو= ثمر = ميوو آڳوتر لاءِ سنا ڪم ڪرڻ لاءِ ضرب المثل توشو منائي جو هڪ وڙ قسم آهي

تونَلْ = طوطي مان نڪتل

تَليهَرْ= هڪ طاقتور نانگ

توڏو= اٺ جو گورو

تِلْ قُلْ

**تمرُ**= سنڌي سمند جي ڪَنارَ جو ڪارائتو وَڻُ = درخت

**تائِنُ**= سونو ڳهہ، زيور

**تـَـبن**

**توڏل**

# ٽ

ٽَئُونَرِيو= پٽ جو گل قُنَڌَڻُ

ٽَئُونَرُ

ٽِلُو

ٽِلَڻُ

ٽالهُو

ٽَهَلُ

ٽَهلُو

ٽِبيٽو= پاٽي جو پکي روءِ داني جو ٻه چگو موچارو آهي

ٽوبِلُ= پاٽي جو پکي روءِ داني جو ٻه چگو موچارو آهي

ٽِمُوَنْ

ٽِـندُو

ٽندو

ٽانگَرُ=گل جو وڙ قسم

تُوهُ= ٿ ۾ لکل "ر" آهي

تَڪَرُ= ڏونگر جبل

توبو= اڱوٺو ان جو ماپو جنهن ۾چار پاٽيون پوندیون هيون

ٿيئُونَ (ٿي ئُون) سنڌي واٽکيو نالو

توپَڻُ توپَ مان نڪتل سنڌي واٽکيو نالو

ٿيڪُو (ٿي ڪو) واٽکيو نالو

ٽِڪو= سون جو ڳهُ زيور

ٽِيڪَمُ= واٽکيو نالو

ٽِڪلو= چتون رنگ سهڻو پکي قد وزن ۾ ننڍو چتون جو ٻچو ڪٽي چئجي

تِسِينگَ وڏو ماٺهو ڍنگ لاٽ صاحب

تِمِرُو تمَرجو ٻگاڙ يا تيمور جو ٻگاڙ

ٽَهڪَ خوشي وارو ٽهڪو

ٽيلو (ٽي لو) بادشاهي تخت

تـوهـَلَ

# ٺ

ٺارو

ٺارُو = 　　سنڌي واٽيا جمعي جي ڏينهن کي چون

ٺارُ

ٺارَلُ

ٺاهُوڪو= 　　سٺو. بهتر

ٺَڪُرُ= 　　راجپوت. هي بهادري جي علامت طور سنڌي ماٿهو ٺالو رکن جيڪو رکڻ نہ گهرجي.

ٺاڪُو= 　　سنڌي لهاٿو يعني واٽڪيو ٺالو

ٺمُونَ

ٺَرِيلُ

ٺَريو

# ٺ

ٺَڏو

ٺَڏَلُ

ٺانھِريو

ٺانوَرُ= سنڌي لھاڻڪو نالو

ٺُلھو= موٽو، مَتَلُ

ٺُوھَرُ= ھڪ اويڙ

ٺَڙُو

ٺَنھُونَ

ٺانُو= ماڙيچي نالو يعني مارواڙي

ٺُراندو= رنگ بہ رنگي پاٽي جو پڪي

# ق

قُلُ= گل

قُلُ واسُ = گل واس خوشبودار

قُليلُ= (قلي ل)

قُليلُو

قُلَنُ

قُلُو

قُوتو = الاچي ويگر مصالح جو هڪ سنو سُرَهو وڻ قسم

قُوتَلُ

قُوتَنُ

قُوڳُ= وارياسي پٽ جو هڪ بوٽو

قُوڳُو

قُوڳَنُ

قُودنُو= سائي ياڇي جي هڪ سُرهي جنس چَٽڻي ۾ وجهبي آهي

ڦَڪُڙُ = سنڌي لهاٽو نالو

ڦِيٽو = چاڪ گاڏي جو

ڦانُونْ = ٻروچڪو نالو

ڦِيرِي= ٻروچڪو نالو

ڦولو

ڦولھو

ڦاڙھو= سهڻو خوبصورت حيوان

ڦَراسُ

ڦَتو = عربي فتح جو بگاڙ

ڦَتُو = عربي فتح جو بگاڙ

ڦَتَنُ = عربي فتح جو بگاڙ

ڦَتُولو

ڦارُوھو = ميوات فروٽ

ڦارُوھَلُ

ڦارُولو

ڦارُوھَنُ

# ڦلُ مورُ

ڦاروهي مان هي نالا نوانُ وارا ٺاهجن. ڦارُوَلُ،
ڦارُوَنُ ڦُليلُ مان ڦُلُ هيلُ (ڦل هي ل)

# م

**مورُ** = سهڻي ۾ سهڻو جنتي پکي. سندس کنيپ قرآن ۾ رکندا آهن.

**مورِيلُ**

**مورُو**

**مورو**= سنڌي لوڪ گيت بہ آهي ۽ شهرجو **نالو** بہ آهي.

**مورِيو**

**مورَنُ**

**مورُڙو**

**مورَلُ**

**مورُعالم**

**مانجِهي** = غازي

**مانجَهنُ**

**مانجهل**

**مانجهو**

**مانجهو**

**ممنڌارَ** = اڳواڻ

**مٽيادارُ** = هڪ قسم جي خوبيءَ وارو جوهردارُ

**ميهارَ** = (مِ ي هارَ)

**ميهرَ** = (مِ ي هارَ)

**مينهون**= مينهن برسات مان ورتل

**مينهَن**= مِينهَن، برساتِ مان ورتل

**ميهَنُ** = ڪي ماڻهون "نون" نہ اچاريندا آهن.

**مينهان**= مينهن مان ورتل

**مينهل** = مينهن مان ورتل

**ميهَلَ** = مينهن مان ورتل

**مِينهارو**

**مِينهڙو**

**مِهڙو**

**مِينھَنْ وَساڙو**= مينھن برسات جي مند ۾ لعل ڳاڙھو جيت سھڻو ٿيندو آھي

**مِينھَنْ وَسايو**

**ميھو**= (م ي ھو) سائي ياڄي جو قسم

**ميھُو**= (م ي ھُو)

**ميوَنُ** = (م ي وَنُ) ميوھ جي سنڌي صورت

**ميوَلُ** (م ي وَلُ) ميوھ جي سنڌي صورت

**موتِي**= مرواريد، مارگريٽ، گوھر، لولو

**موتِيو**= سرھاڻ ڀرئي گل جو وڻ قسم

**موتِن ھارُ**

**موتِي ھارُ**

**مُگُرو**= گل ڦل جو ھڪ قسم

**مُگُرمانُ** = وڄت جو ساز گھڻو ڪري شيدي وڄائيندا آھن. مگرمان کي ھنديءَ ۾ دَمرُوڄَون.

**مِينڊِرو**

**مينڊَل**

**ميڻڊو**= نوخيز نينگريءَ جي وارن ويڙهڻ جو نمونو

**مَنُ** = دل

**مَنارُ** = دل نار

**مَنُ جانِي**= دل جاني

**مَنُو** = دلو (دل مان ورتل)

**مَنُلُو**

**مِنو**

**مِنُو**

**مِنَنُ**

**مِنَڻُ**

**مِنَلُ**

**مِنا خانُ**

**مِيرَڻُ** = عربي لقب امير مان ميرُ مان ميرڻ سنڌي صورت ورتائين

**ماهِڪُ** = ٻروچڪو نالو

**مَهَڪُ** = ٻروچڪو نالو

مونَڻُ

مَنُو

مُڪَ

مَنُرُ

مِبنُو = نَنڍڙو تمام سهڻو چلڪِٽي رنگ جو
پکي آهي.

مِيتَرُ = ميٺي کي ميٺر بہ چوَنِ

مِيرانُ = بروچڪو نالو، عربي لقب امير مان ميرخان بروچ
”خ“ جي جاءِ تي ”ھ“ جو اچار ڪندا آهن.

مِيرَلُ = مير جو سنڌي رنگ روپ

مارُو

مَلارُ =جهُڙَ جي ميگهہ مَلارِيءَ جي هڪ ڪيفيت

مَلهارُ = کي ماٺهو هينئن بہ اچاريندا آهن.

مالهو= مالها تسبيح مان نڪتل

موتِيو

موتُو = سنڌي لهاتو يعني واٽڪيو نالو

**مانڌاڻوُ**= سهٽي گاهہ جو وڙ قسم

**مانڍڻُ**

**مانڊلُ**

**ميڏو**= (مرڳي ڏو)

**مانيٽو**= صابر

**موچارو**= خوب تر سُنو

**موچارُ**

**موچارلُ**

**مَتارو**= ٿُلهو، موٽو

**مُتّلُ**= ٿُلهو تيل

**مَتِلُو**

**مَتُو**

**مَتو**

**مَنگهنُ**

**ميگهنُ** = (مي گهَنُ)

**ميگهو**= (مي گهو)

**مَنگهو**

**مَنگُهو**

**ماڙو**= وڏو محل

**مِٽيُونْ** = ماڻڪ موتي

**مَٽِڪو**= وڏا پِتر جارنگ بہ رنگي مَٽِيان

**مِتڪُو**

**مَيو**= اٺ جمل

**ماٺُو** = ناز

**ماڪَنُ** = ماڪ شبنم مان نڪتل

**ماڪو**

**ماڪُو**

**ماڪَلُ**

**مارِڪُ** = سنڌي لوڪ نالو

**مَهُوڙُ** = تلهو متارو

**مَواڙُ**= تلهو متارو

**مَسُو**

**ماسَڻ** = عربي نالي محسن سنڌي روپ ڏاريو

**مُوسَڻ** = موسيٰ جو بگاڙ

**ميسُو** = (م ِ ي سُو) مٺائيءَ جو هڪ وڙ قسم

**ماسُو**

**ماسو**= سون جي تور جي هڪ وزن جو نالو

**مَواسِي**= مرغرور ٽيل

**مَواسِيلُ** = مرغرور ٽيل

**مائِڪُ** = موتي، مر وارِيد، گوهر، لولو، مارگريٽ

**مَچَنڊو**

**مُونڊَرُ**

**مُونڊرو**

**ميلُو** = (مي لُو) ميلي مان ورتل

**ميلهُو** = (مي لهو) ڪي هِنَ رِيتِ پڻ اُچاريندا اهن.

**مَنگُو**

**مَنگّو**

**مَڪُو**

مَليرُ = ساوڪ سُونهَن پريو هنڌ

مَليرو

مَليرُو

مِرگھُ = سهڻي صورت وارو فائده مند حلال حيوان هرڻ جنهن جي هڪ قسم واري هرڻ جي دُن مان مشڪ. ڪتوري نڪرندي آهي.

مَڪَتَرُ = پراڻو سنڌي لوڪ نالو

مَنبرُ= (مَ تي زُ) سورهه، وير، مانجهي، غازي مرد

مُڪرُو

مِهراڻُ= پارسي ۾ مني دريا ڪي چون پر سنڌي نالي ۾ مخصوص تي ويو آهي.

مِهرائُو

مَرَڪُ = شاندار سُهائيندو، شان وارو

ماڻُ

مَلُ= پهلوان، جوان

مالُو = مالا تسبيح مان ورتل

**ماڏُو**

**مَنگَرُ**

**مَڱَڻُ**

**مَڪَڻُ**

**مَڪِٽُو**

**ماڪوڙو**= ڪِٽُ ڪارو جيت، ڪنهن ڪم جو نہ

**مَتِيو**

**مَڱِيو**

**مَڱِي لَڏو**

**مَڱِلُ**

**مَڱِيَلُ**

**مَمَڻُ - مَمَڻُ** =الائي ڇا جو بڳاڙ

**مَمُونَ**

**ممِلُو**

**موجَڻُ** = وير موج مان ورتل سنڌي نَمونُو

**مُڏُو**= مَڌُ. شراب مان ورتل يا پيو ڪو مطلب

مَنڌو = ماڪيءَ جو رَسُ، ماڪيءَ جي مَکِ کي سنسڪرت ۾ مَڌو مکي چوَن.

مَدو = مدد جي ڪاٺ ڇاٽ

مَدَنُ = هندي نالو

مِينڌو= ميندِيءَ مان نڪتل

ميدُو = (م ي دُو) اميد مان اميدو الف نڪري ويو ميدو ٿيو.

موريز = (موري ز) بلوچڪو نالو

موران= بلوچڪو نالو

مهلب = بلوچڪو نالو

مَزارُ = بلوچڪو نالو، مزار شينهن کي چون

مِسڪانُ= بلوچڪو نالو

مَهرِي = سواريءَ وارو پلو اٺ

مَهينوالُ = سرائڪي نالو يعني ميهار

مُهَت = فاتح

مِرڪ = سنڌي سهڻو لفظي ريت نالو. جو انگريزي سان
ٻـ ملي اچي ٿو

مِهرو= مهرمان ورتل

مِهرو = مهر مان ورتل

ماهِي= پنجابي نالو يعني **دلبر**

ماگِيئُو

مولڙو

مالِهي = باغبان

ميڙهي = (مي ڙهي) سپ بار سر تي کڻندڙ. بارگير

مَلهَڻ = ملهه مان نڪتل پهلوان

موتِيلُ

مَنگِلو= مارواڙي نالو

مَنگَلو = ڳهه زيور. منگليءَ جون نر پيرائي **نالو**

مَنگَلُ

ميگَلُ = (مي گل) بروهڪو نالو

**مَهَمِيرُ** = وڏو دليرُ مرد ۽ مهمير يا مُهماءِ هڪ پَساركو وكر بہ آهي.

**مهيرو**

**مورنڊُ**

**مُورجُ** = سنڌي لهاڻكو نالو

**مينو**= (مي نو) سنڌي لهاڻكو نالو سنڌي واڻين جو لهاڻو قبيلو آهي

**مِرچُو** = مرچ مان ورتل لهاڻو نالو

**مُولو**= سنڌي لهاڻو نالو

**مُبُو** = شايد محب جو بگاڙ

**مانو** = كڇي نالو

**موڏو**= مٿي نوڙهو

**موڏَنُ** = نوڙهو

**ماڏَنُ** = مارواڙي نالو

**موڏُو** = نوڙهَو

**ماڏو**= مارواڙي نالو

**ماڏو** = مارواڙي نالو

**ماڏورو**= ڍاتڪي نالو ڳهه زيور جو

**موڏرُ** = نوڙهي جي مراد

**موڏلُ** = نوڙهي جي مراد

**مولي ڏنو**= (مولي ڏِنو) مولا جو ڏنل

**مِنڙو** = محبوب مِنو

**موهِينو**= ڳانو

**ماهِنڊ** = ڳانو. ماهِنڊ جي "ڊ" ۾ لِڪَل "ر" آهي

**مولهاتو**= پڳ پٽڪو

**مُڪُل**

**مَهو**= هي اڪثر آهيڙي نالو رکندا آهن. سنڌيءَ ۾ ميڙن کي مها ٻـ چوندا.

**مائو**= منائي جو بهترين قسم جو کير مان ٺهندو آهي

**مانُ شانُ**

**مَناهِي** = ڇانوُ واري مَنهَه مان ورتل

**مِيان داد**= پارسي نالو پر ايراني ڪونہ رکن

**مُرادُو** = پارسي مراد جو سنڌي روپ

**مارَنگُ** = ڪاڏي رڌڻ لاءِ ٿن ٻُونٻَنِ وارو ڇُلهو. هي انگريزي سان نالو ملي ٿو

مور مان هينيان نالا نزاڪت پريا ٿاهجن:

**مَنُ مورُ**

**مورُمَنُ**

**مورُنُو**

**مورِينُو**

**مورُلو**

**مورِيلو**

**مورالُ**

**مورُدِلُ**

**مورُمانُ**

**مانُ مورُ**

**مورُجان**

مورُجاڻي
مورُ لاڏو
مورُ پرِينءُ
مَنُ پرِينءُ
ملُو
ماڪيارو
مينگهلو

# ن

نِينهلُ = عاشق

نِيهَلُ = عاشق. ڪي هينئن بہ اچارينداآهن

نِيهَنُ = عاشق

نيهِي= (ني هِي) جان باز توڙ نِبائيندڙ

نَنگَرُ = قومي هيرن مان هڪ هيرو دودي سومري جو پائنيو

نِرمَلُ = مصفا پاڪ

نِباهُو = (نِي باهو) = حاصل. نيبهہ مان نڪتل

نِبيرو= (نِبي رو) = فيصل

نِچايو

نِمائُو

ناهُو

ناهَرُ

**نَوَلُ**

**نَوَلُ گهوٽ**

**ناٿو**= نٿ مان ورتل پار نہ ٻچندو تہ نٿ ٿوپيندا ها

**ناٿَنُ**

**نَٿو**

**نَٿَنُ**

**نَٿِرُ**

**نَنڍو**= اصغر

**نَنڍَلُ**= اصغر

**نَبِي جُڙِيو**

**نِهالُ** = خوش

**هالو**= خوش

**نِهالو** = خوش

**نان‌گو**= ملنگ قلندر

**نِنَدو**= نند جو ٻگاڙ يا ندام جو ٻگاڙ (نظام)

**نِمِرو**= چاڪ چڱو ڀلو

**نَهَرو**= ذوالقرنين ۽ سگو ڏاند يوناني جنگي ڪنگول تي ۽ سگَ ڪندا هئا

**نودو**= بلوچڪو نالو

**نودانُ** = بلوچڪو نالو

**نوخافُ** = نئون پاڻي برسات جو. هي بلوچڪو نالو آهي.

**نُورَلُ** = عربي لفظ نور سنڌي صورت ورتي

**نُورَڻُ** = عربي لفظ نور سنڌي صورت ورتي..

**نوبِي**

**نَبُو** = عربي نالو "نبي" سنڌي صورت ورتي

**نَبَنُ** = عربي نالو "نبي" سنڌي صورت ورتي

**نازَڻُ** = پارسي يعني ايراني لفظ "ناز" جو سنڌي روپ

**نِيازَڻُ** = پارسي لفظ نياز جي سنڌي صورت

**نِيازَلُ** = پارسي لفظ نياز جي سنڌي صورت

**نازُو** = پارسي لفظ نياز جي سنڌي صورت

**نانو**= عشقي واسطو

**نَهِيرو**= ڪير ولوڙي جي ڪاني

**نالي مِنو**= (نالي منو)

**نالي چڱو**= (نالي وڏو)

**نالي وڏو**

**نائُونَ**= هڪ سنڌي واٽئي غدار ڪردار جو نالو

**نيٺُو**= (نِي ٿوُ) نيٺن مان ورتل **نالو**

**نارُو** = نارائڻ جو سنڌي واٽڪيو روپ

**نيوَنڌُ** = هي سنڌي الاٺجي هندي واٽڪيو نالو آهي

**نئچُل** = سنڌي واٽڪيو نالو

**نارو**= سنڌو دريا جو ڦات

**نُورو**= عربي نور جو سنڌي رنگ روپ

**نُورُو**= عربي نور جو سنڌي رنگ روپ

**نورُو** = هي آهيڙي يعني شڪاري نالو آهي نورَ مان نڪتل

**نَبِلو**= عربي لفظ نبي جو سنڌي روپ

**نَبِلُو** = عربي لفظ نبي جو سنڌي روپ

**نيڪُ باد**= ايراني مڪراني نالو

**نوبَتُ** = بروچڪو پارسي نالو اڱوٺي وقت درگاهن، مندرن ۾ پيڙ تي ڌمال وڄائيندا ها. پارسيءَ ۾ نوبت چون.

نِبلُ = دولت جي ڳاڻيٽي جو انگ آهي.

ناڱوتَرُ

نِيرڳو= هي پاڻيءَ جو نيري رنگ جو سهڻو پکي آهي.

نِيرُو = هي اڳوڻي زماني جي ليپي يعني پلاسٽر جو قسم آهي.

نِيرُ

نَڪُلُ = هٿ جي مِنائي جو سڪل خشڪ وڙ قسم آهي

نِروارُ = ظاهر

نِمورو

# هـ

**هوشُو** = سنڌي قومي هيرن مان هڪ امله هيرو هوشو شهيد

**هوشَنُ** = هوشو جو هڪ نمونو

**هوشَلُ** = هوشوُ جو هڪ وڻنڊڙ نمونو

**هُوندو**= قائم

**هُوندَنُ** = قائم

**هُوندَلُ** = قائم

**هِندورو**= پينگهو

**هِندورَنُ**

**هِندورَلُ**

**هيرَڻُ** = (هي رَڻُ) هڪ ٻوٽو جنهن جي ٻج مان تيل ڪيندا آهن.

**هِندو**= اٺ جي سواريءَ جو ساڄُ

**هَنُو**= گهوڙي جي سواريءَ جو سَنجُ

**هوتُ**

**هوتو**

**هوتَنُ**

**هوتَمُ**

**هوتَلُ**

**هوتانُ** = بلوچکو نالو کي هوتان کي **هوٿان** بہ اُچارينداآهن.

**هورانُ** = بلوچکو نالو

**هوتَڪُ** = بلوچکو نالو

**هانو** = بلوچکو نالو

**هَمِيرُ**

**هَمِيرو**

**هووِٽو**

**هادَنُ** = عربي نالي هادي جو سنڌي روپ

**هادو**= عربي نالي هادي جو سنڌي روپ

**هاڄو**= عربي لفظ حاجي جو بگاڙ

**هاجَنُ** = عربي لفظ حاجي جو بگاڙ

**هاڪُو** = عربي حاڪم جو بگاڙ

**هِيرَلُ** = صبح واري وٽندڙ هوا هِيرَ مان نرٻائي جو نـالو. هي انگريزي نالو نہ سمجهڻ گهرجي.

**هُرمُچُ**= سنڌي پرت جو هڪ سهڻو نمونو

**هالارُ** = هڪ جبل جو نالو

**هاڙهو**= هڪ جبل جو نالو

**هارُ** = ڳهہ زيور ڳچيءَ ۾ پائڻ جو لاڪيٽ

**هارُسِينگارُ**

**هوتِي**

**هوتِي**

**هَرڻُو** = فائديمند سهڻو حيوان جنهن جي اکين جو مثال ڏبو آهي.

**هَرڻُ**

**هَرِڻُلُ**

**هانارُ**

**هُرلو=** اڳوڻي وقت سنڌ ۾ ٻنيءَ کي پاڻي پيارڻ جي ڪاٺ جي ڪل

**هُرلاسُ =** هرلي مان نڪتل

**هولو=** مازيچو نالو ڳيري پکيءَ کي چونِ

**هيبَتُ =** (هي بت) عربي يا ايراني نالو آهي. اڪثر پ روچ رکن

**هَئيرو=** (هئي رو) هي خئيرو آهي بروچيءَ ۾ هئيروڪن

**هيمُونَ=** (هي مون) هندي نالو. سرويچ سنڌي هيرن مان هڪ هيري جو نالو

**هيمن=** (هي من)

**هِيرو=** هڪ تمام قيمتي پٿر جواهر

**هيملو=** (هي ملو) هي تندي بهاول جو ناحق مظلوم ماريو ويو.

**نوٽ:** هيمُ سنسڪرت يا هنديءَ ۾ سون کي چَونِ يعني سونو

**هِيرتو**

**هِيرانو**

**هَسُو** = جيڪَر حَسَن جو بگاڙ

**نوٽ:** هي بہ نالا رکي سگهجن ٿا: هنگلورُ، هنگلاج، هي برساتي وهندين جا نالا آهن پِليءَ لَومڙ، لوڪڙ ڪان تہ سنا آهن.

# و

وَرِيامُ = سَورهه وير، بهادر

وَرِيامُو

وَرِيامَنْ

وَرُو

وِيرْو

وَرِلُ

وَرِيَلُ

وِيرَلُ

وِيرو

وَرِيو

وَرايو

وِيرُ = سورهيه بهادر کي چئجي. ملتاني ياءَ کي نه وير چون

وِيرَڻُ= ملتاني ماٺهو يعني سرائڪيا وارا ياءُ ڪي چون

وَلهارُ

وَلهاسو

وَلاسو

وَلهاسُ

وَسندُ = برساتي ڪيفيت

وَسِنُو = برساتي ڪيفيت وسندڙ جي مراد. هي هنديءَ وارو وشنو نہ آهي

وَسَنُ = برساتي ڪيفيت

واسَنُ = سرهاڻ. خوشبو. هبڪاري

وَسَندو = برساتي ڪيفيت

واسَنُ = سرهاڻي ڪيفيت. انگريزي نالي سان مشابي

وَسِيو = آباد ٿيو

وَسايو= آباد ڪيو

واسو= واسجي وڃڻ

وَسُو = واس خوشبو مان ورتل

واسُ = خوشبو

واسِلُ = خوشبودار

واسيل= خوشبو دار

وانٹُ = منهاج وڏو گس مراد

وانٹو = منهاج

واسُو = واس مان ورتل

والي ڏِنو = اڏ عربي اڏ سنڌي

والُو = عربي ولي جي سنڌي صورت

وَلُو = عربي ولي جي سنڌي صورت

ولوڙو= عربي ولي جي سنڌي صورت

وَلِيو= عربي ولي جي سنڌي صورت

وَلَنُ = عربي ولي جي سنڌي صورت

وَلٹُو = عربي ولي جي سنڌي صورت

والو= سون جو ڳَهُ. زيور ڪن م پائڻ جو

وِينَدو= سون جو ڳهه زيور

وَرِٹُو= سون جو ڳهه. هِنَ جو ٻيو نالو ويڙهه آهي

**وَرنَهُ** = وِيرُ بهادر

**ونڪو**= وير بهادر حضرت شاهه سائين جي سر ڪيڏاري
۾

**واسِينڱ**= اصيل ڪلا ڏاري نانگ واسينگ وارن جي
مثال.

**واسِينڱو**

**وَسِيهَرُ** = وسيهر جهڙا وار سهڻا

**وَرْ سارو**

**وَنُونَ**= گهوت شادي وارو

**وِهائُو** = وينس زُهرا گرهه

**واهُونڊو**

**واهَلُ** = وڏو واهُ ڪئنال

**واگها مورُ**= شايد واگهه مار جو بگاڙ واگهه مارينڊڙ مرد
دلير

**واگَهنْ**

**وِبيو**= ڪولهي قبيلي جو نالو

**وِيِپلو**

**وينسي**= (وي نسي) سنڌي يا هندي واٽڪبو نالو

**واپاري مل**= سنڌي واٽڪيو نالو.

**وِيسو**

**وِيسَرُ**

**وِيسرو**

**ويڙهو**= (وي ڙهو) پاڙو يا ڪبڙ جي ويڙهه چار

**واڪڙُ**

**وَشو**= مِنو ڪي بلوچيءَ ۾ وشو چوَن

**وِڪيو**= ٻار نہ ٻچندڙ تہ وڪڻندڙا آهن گهر ۾ ٻيو ياتي وننڊو

**وِڪيلُ**

**وِڪو**

**وَتايو**

**وَڏايو**

**وَڏيو**

وَڏُو

وَڏَڻُ

واڏو

واڍُو

واڏَلُ

وَنھيُون

وَھنيُون

وَينھُون

وَنھلُ

وَنھيلُ

وِيڌو

وِيڌَلُ

وَڏَلُ = اڪبر

وَڏُو

وَڏَڻُ

وِينْجھارُ = اڪابر

**وِينجَهرُ**

**وَرَنڊ**

**وَرَنڊو**

**وَرِينڊُ**

**وَڳنڊُ**

**واچُولو**= طوفان وَٽ وارو

**وِيرابُ** = سنڌ جي ياڳي لس بيلي ڏي برساتي پاڻي جي نَئي

**وِيڳو**= (وي ڳو) خمار مان نڪتل

**وانڱِي**= ورنڊڙ

**وَنڱو**= واڙيءَ جي پوک فصل جو ميوو

**وَنڱُو**

**وِنڊُرُ** = وندر دلچسپي مان نڪتل

**وَنو**

**وِلاسرو**

**نوٽ:** ونگي ۽ وندر مان بہ ٽي نالا ناهي سگهجن تا: وَنگَنُ، وَنگَلُ، وَنگلو، وَنگلُو، وَنگولُ

وندر مان هي وڏيڪ نالا ناهي سگهجن تا:
وِنڊُرو، وِنڊُرَلُ، وِنڊرالُ، وِنڊُرانُ.

# ل

**لطيف ڏِنو**

**لائِڪ ڏِنوَ=** (لائق ڏنو) لائق مان ڪهڙي مراد آهي، مون کي معلوم ناهي يا تہ لطيف سائين ڏي مراد آهي

**لونگ =** ويگر مصالح جي بهترين سُرهي جنسَ

**لونگَنُ**

**لِيارُ =** ڪمائتو وڻ لال موتين جهڙو سندس سهڻو ڦرُ مِنو ميوو.

**لِيارُو**

**لَئو=** هي بہ ڪمائتو وڻ آهي. اڳوڻي وقت ۾ هن مان دهلُ نهندا هئا.

**لِيسُوڙو=** (لي سوڙو) هِن وڻ جو ڦر پسارَجي دوائن ۾ ڪتب ايندو آهي.

**لَڪانُو**

**لَڪِي=** دولت جي لڪ تان ورتل

**لَڪمِيرُ**

**لَڪِي سَرُ**

لاڪِيِتُو= بي بها، املهہ

لَکَنُ = اخلاقُ

لاڄُو = لَڄ شرم وارو

لاڄَنُ = لڄ شرم وارو

لولو= مانيءَ جو

لامارو

لاڏُڪو= تمام لاڏَ ڪوڏ سان نپايل دادلو

لاڏُلو= گهوٽ شادي وارو

لاڏو= سهرو، گيت شادي پرڻي وارو

لاڏَلُ = گهوٽ پرڻي وارو

لاڏُ = ناز

لاڏُو

ليڏُو = (لِي ڏو) سنڌي واڪيو نالو

ليڏُونَ = (لي ڏون) سنڌي واڪيو نالو

لوڪُو = سنڌي واڪيو نالو

لِيلو= سنڌي واڪيو نالو

## لَلو

**لالِبو**= مارواڙي نالو. ماڙيچا ماٿهو اڪثر نالي جي پڇاڙيءَ ۾ يو ڳنڍيندا آهن.

**لائُو** = هڪ ٻوڙو يعني ٻوٽو. اٺ جو مرغوب کاڌو

## لَمَٽُو

**لِيمُونۡ**= ميويدار وڻ

**لِيمَنُ** = ميويدار وڻ

## لَڏو

## لانَدَرُ

**لِهو**= طاقت جي علامت وارو پکي باز شهباز جي قسم مان سنڌي نالو

**لِهورُ** = ليلان چنيسر وارو شهر - ميرپورخاص کان اتر ڪيرائو شاخ پرسان آهي.

**لَڏُونۡ**= منائي جو وڻ قسم

**لَشڪَرانُ** = بلوچڪو نالو لشڪر مان نڪتل

**لالانُ** = بلوچڪو نالو. لال هان. اصل ۾ هي آهي لال خان.

**لالَ ڏِنوُ** = لعل يعني ڳاڙهي جو ڏنل. هي لعل قلندر ڏي مراد آهي.

**لالُ**

**لالَنُ**

**لالٹُو**

**لالُو**

**لامُونَ** =وڻ جي سهٽي لام جي مراد

**لامَنُ**

**لالو**= لالو پناڻ جي مراد. پناڻ گوري رنگ جا آهن. گوري رنگ جي مراد پناڻ نالو رکڻ نہ گهرجي.

**لَلَمنگُ** = البيلو بالَمُ تمام پيارو. سهڻو ماڻهو جي مراد آهي.

**لُنَرُ** = اڳوڻي وقت نٽي پاسي ملان (ملون) هو. جنسي ريت هن جي ڳالهہ ڪندا آهن.

ليسوڙي مان ليسو (لي سو) نالو ڪري سگهجي ٿو. لِيارَ مان لِيارِنوُ نئي نموني نالو ٿي سگهي ٿو.

# ڪ

ڪُوپو= متيرمرد سورهيه، بهادر

ڪُوپَرُ = سورهيه، بهادر

ڪيهرِ

ڪِيتو= چيتو شينهن فهد

ڪُونَڏَرُ = نوخيز سهڻي، سورهيه جوان ڪي چون

ڪَنگُو = لئي وڻ جو خوب ڪان خوبصورت گلابي ٻُورُ

ڪُنگُونارو= لَئي جي گل واري ٽارِي

ڪُونجو= سهڻي پکي ڪونج مان نر پائي نالو

ڪُونَجَنْ = سهڻي پکي ڪونج مان نر پائي نالو

ڪُونَجلُ = سهڻي پکي ڪونج مان نر پائي نالو

ڪُونجيلُ = (ڪونج ل) سهڻي پکي ڪونج مان نر پائي نالو

ڪَنگَولُ = لوهي خول جنگ ويڙهه ۾ اڳوڻي وقت مٿي تي
ڍڪڻ وارو

ڪانيُو = جوان مرد بهادر

کَنڌارُ = متير مرد، بهادر

کَٺ مُستُ =سرمست

ڪُمنگ = ڪَنورُ ڪُمار، شهزادو

ڪمگيلُ = عاليشان - ڏي سينٽ

ڪويسَرُ= اڪابر - عقل مند

ڪانبو

ڪرنگ = فصل ان واري پوک

ڪُنگرو= ڪوٽ قلع جا سونهن وارا ڪنگرا

ڪنگرُ = ڪوهه يا پاٽيءَ جي پڙوهي مان نار، هرلي وسيلي پاٽي ڪڍڻ جا لوٽا

ڪنگَرُ = هن نموني ٻه هي نالو ڪي ماڻهو اچاريندا آهن. نار جي لوٽن جو

ڪُنگُرُ = بلوچڪي نالو

ڪَميرو= بلوچڪي نالو

ڪَمُورُ = بلوچڪي نالو

**ڪليرُ** = (ڪلي ر) بروچي/بلوچي ۾ ڪرڙ جي وڻ کي چون

**ڪَوبِلُ** = بلوچڪو نالو

**ڪَٽُو** = بلوچڪو نالو

**ڪونَڪُ** = سارَڪ سونهن پريو گاه

**ڪِڙَڪُ** = سريلي آواز واري ننڍڙي جهرڪي

**ڪَڪُو** = ڪڪن وارن وارو جنهن کي ترڪيءَ ۾ قزل باش چون

**ڪَڪورُ**

**ڪَڪولُ**

**ڪَڪالِي**= پيرن وارن وارو قزل باش

**ڪارِي مَلُ** = هڪڙي رنگ جو هرڻ ٿيندو آهي

**ڪارِيمَرُ** = هڪ سگهه جي علامت وارو نانگ ڪوبرا

**ڪَمُو** = هي هڪ جابلو وڻ آهي، جنهن جي نهري ڪاني ٿيندي آهي

**ڪَپَرُ**

**ڪوڏو**

**ڪوڏُو**

**ڪوڏُ**

**ڪوڏَنُ**

**ڪوڏَلُ**

**ڪوڏلو**

**ڪيٺو**

**ڪٿورُ**

**ڪماڃ** = وَڄَتِ جو سازُ. جنهنکي راجپوتانه پاسي ڪَماچو چَوَنِ

**ڪانوَلُ**= هڪ بوٽو ڪاري رنگ پيرون جهليندو آهي، جنهن کي ڪانول پيرون چَوَن.

**ڪانگَلُ** = ڪانگ قاصد تان ورتل. سنڌي ماڻهن ڪانگ کي قاصد بنايو

**ڪانگو**= هي اچار بہ ڪانگل جو آهي

**ڪانگُو** = هي اچار بہ ڪانگل جو آهي.

**ڪُنڍو**

**ڪُنڍِلُ**

**ڪُونڏو**

**ڪَونڏِلُ**

**ڪَندو**= وڏو وڻ ڪَندِيءَ جو. سگريُون ڦر جهليندو آهي. فائده مند وڻ آهي.

**ڪَنڌُو**

**ڪَنڌَنُ**

**ڪَنڌِرُ**

**ڪَنڌيرُ** = (ڪَنڌِي رُ) جتي ڪندن جي ھڙهي هجي

**ڪانڌيرو**= (ڪاندلِي رو) هي ڪندن وارو بوٽو ٿيندو آهي.

**ڪِرڙُ** = هن وڻ بابت سنڌي لوڪ چوڻي آهي. ڪرڙ ڏڪار سان هوڏ هَنئي هُئي. هي باٽي، پُسِي، ڏونئرا. پڪا جهليندو آهي. باٽي يعني ڪچي پُسي باٽي ۽ ڪچن ڏوئرن مان بوڙ ٿيندو آهي. ڏوئرن مان ساناٽو بہ ٿيندو آهي.

**ڪِرڙو**

ڪَئوڙو

ڪَئوڙَلْ

ڪيوڙو= (ڪي وڙو) بهترين ميوو

ڪارو= ڪاري رنگ مان ورتل

ڪارُو = ڪاري جو پيو اچار

ڪالُو

ڪَرَنْ

ڪَرنُو = مارواڙي نالو. هي گل آهي.

ڪامُونْ= هڪ بوٽو جنهن کي ڪاموري ٻڪري چاهه سان چرندي آهي

ڪامَنْ

ڪَمُونْ

ڪَمَنْ

ڪَميو= ڏاتڪي نمونو

ڪاجَنْ

**ڪيلو** = (ڪي لو) ڪيوڙي کي ڪيلو ٻه چون. هن نموني نالو سنڌي واٽيا رکندا آهن.

**ڪَنگڻُ**

**ڪيچي**= (ڪي چِي) جام زياده جي مراد

**ڪيچَنُ**

**ڪُونڊو**= ٺڪر جو ٿانو يا ٿانءُ

**ڪَلا ڏارُ** = ڪلا= سگهه وارو

**ڪَلدارُ** = ڪنهن اڳوڻي زماني ۾ سڪو هو.

**ڪَمِيرُ** = الائي ڇا سان ٿو لڳي

**ڪَرِيمُون**= عربي ڪريم جو بگاڙ

**ڪَرمُون**= هندي ڪرم= مقدر

**ڪَرارو**= سرڪش

**ڪَرارُ** = آرام يا ٻي ڪا مراد آهي.

**ڪسيرو**= پراڻو سڪو پائيءَ ڪان ٻه ڪو گهٽ آهي.

**ڪَرپُ** = ٻي ڊولو ڏوڏ قد وارو ماڻهو

**ڪَلو**

كَنْگورُ = ٻوٽو آهي

كَنْگورو

كوكُو

كانْڊو= ميجي پلي جو كرنگهي واري پاسي وارو اڌ

كَمْلُو

كَنْٿورُ = جنهن جا كن ٿورا هجن

كيِوو= سنڌي لهاٽو نالو

كيِوَلُ = سنڌي لهاٽو نالو

كيِوَنْ = سنڌي لهاٽو نالو

كُونجاتُ

كَجَلو

# س

سِپرينُ= محبوب، پيارو

سوڀو= فاتح، سوڀ = فتح هي صوبو سمجهڻ نہ گهرجي

سوڀُو

سوڀِنُ

سوڀارو= فتح مند

سوڀَلُ

سوڀِلُو

سونُو= قيمتي ڌاتو، سون مان نڪتل يا سمجهو سونو ماٺهو

سونُلُ = سونو ماٺهو

سونَهَرُ = سونو ماٺهو

سونَهَرو= سونو ماٺهو

سونارو= صراف، سون وارو

سُونَهَلُ = خوبصورت

**سانوَلُ** = سانوري رنگ وارو وڻندڙ دلبر

**سانورو**= سانوري رنگ وارو وڻندڙ دلبر

**سانولو**=

**سانئِلُ**

**سانئِلو**

**سَجڻُ** = محبوب، پيارو

**ساجَنُ** = محبوب، پيارو

**سَنيهو**= نياپو، پيغام

**سَنيهَلُ** = پيغام مان نڪتل سهڻو نمونو

**سُومَرُ** = ستاڙي جي هڪ ڏينهن جو نالو

**سُومارُ**

**سَنگمارُ**

**سارو سَنگمارُ** = سنڌ ۾ سڀ نموني جي مال جو لقمان حڪيم هو

**سِينگارُ**

**سِڪي لَڌو**= لخت جگر

**سارَنگُ** = سونهن پري مند جو سهڻو نالو

**سانوَڻُ**

**سُکيو**= خوش حال

**سَتابو**= خوش حال

**سِيباڻُو** = ساهه، روح کي سِيبائي

**ساماڻُو** = ساماڻجڻَ مان نڪتل

**سُونهارو**= سڳورو حضرت

**سوڍو**

**سوڍُو**

**سوڍلُ**

**سانگي**

**سانگُ**

**سانگو**

**سانگلُ**

**سانگلو**

**سانگڻُ**

**سائوسانگ** = ناري درياءَ مان نڪرندڙ، وهندڙي

**سائونارو**= نارو درياءَ مان نڪرندڙ، وهندڙي

**سيلنگ** = ڪٺڪ جي سلي جي عمر جي هڪ سهٽي حد

**ساول** = سبزل

**سومرو**

**سمون**

**سمن**

**سمابو**

**سمهابو**

**سمانو**

**سرهاٹو** = خوشبودار

**سرهيل** = (سرهي ل) خوشبودار

**سرهو**= خوش

**سرهل** = خوش باش

**ساٿي**= رفيق

**سپيو**= سپ صدف مان ورتل

**سارِيو=** ياد ڪيو

**سائِينَ ڏِنُو=** الله ڏنو

**سائِينُو**

**سائِينَ بَشڪُ** = الله بخش

**سائِينَ رَکِيو**

**سائِينَ دادُ** = الله داد

**صاحب ڏِنُو** = الهہ ڏني ڏي مراد آهي

**سَدورو=** ياڳوند. يلي نصيب وارو. هي وقت واري صدي مان نہ سمجهو

**سَياڳو=** ياڳوند. يلي نصيب وارو.

**سَگلو=** صاف سترو هن جو ضد آهي. اگلو يعني گندو

**سَتُرُ** = پاڪ باز

**سَبُرُ**

**سَوايو**

**سَوائِي**

**سَناسِي**

**ساهڙُ**

**سابُو** = صاحب جي سنڌي صورت

**سابَنُ**

**سَردارُو** = عربي لقب سردار جو بگاڙ

**سَچُو** = صادق

**سَچَلُ** = صادق

**سَچيڏِنَو** = (سچي ڏنو) سچ، حق ڏنو يعني الله ڏنو

**سَچَنُ** = صادق

**سَچارُ** = صادق

**سَچُلو**= صادق

**سِيرُو** = سنڌي لهاٽو نالو يعني واٺڪيو نالو

**ساڈُورُ**

**ساڈُو**

**سِينڌَلُ**

**سِينڌو**

**سَنڌرو**= ثابوتي سندرو بڌڻ همت جو

**سبيسرُ** = (سِپي سَرْ) پاڻي جو طاقتور حيوان، جيئن سُڪيءَ جو شينهن

**سبيئَنْ** = (سِپي ئَنُ) واريا سي ۾ تيندڙ گاهه جو قسم هرڻ کائيندا آهن.

**سبيوَنگُ** = (سِپي وَنگُ) گاهه جو وڻ قسم

**سُهائو**= روشن

**سُهايو**= روشن

**سانباهو**= پکي شاهين جو ياءَ، شاهين کي هِلَ چوندا آهن

**سائونْ**= اَن پوکَ

**سَيهونْ**

**سَمَدَرُ**

**سادُو** = صادق جو بگاڙ

**سَهَتو**

**سَنڌُو** = نوٽ هي سنڌ ۾ اصل کان نالو آهي هي BBC وارو سنڌو نہ سمجهڻ گهرجي.

**سُنَڌَنْ** = سنڌاري ترقيءَ مان نڪتل

سُڌِيرُ = راحت آميز راحت افروز. سُڌِيرَ = راحت

سَڌاتُورو

سِياڻُو = ڏاهو. داناءُ

سَواڻُو = سوايو

سُندَرُ = خوبصورت هندي نالو

سَچ سِيرُ

سَرَنْدُ = شاهوڪار. غني

سَموتو

سَياڳَنُ

سُوفُ = صوف ميوه. پارسي نالو

سُوفَنُ = صوف جي سنڌي صورت

سامورُ = ساهه مور = روح جو مور

سِجُ مورُ = آفتاب سهڻو

سَڪَرُ = معتبر معزز

سَوادِي= ذائقي دار

سَوادو

سُهڻو = خوبصورت

سُهَڻُ

سُهاڳو

سُهاڳَڻ

سالُورو= گاهہ جو وڙ قسم

سالارو= ڪي سالوري ڪي هن ريت بہ اُچاريندا اهن

ساڪو= ساک مان نڪتل

ساوُڙو= سبز، سبزل

سِجانو= پوک فصل جو هڪ بوٽو جنهن جي تنڊ مان واجهہ، توڙها ناهيا آهن. توڙهو ـ رسو.

سوزَلُ = بروچڪو نالو

سُهُريانُ = ڳاڙهو، سهرين= سرخ، هي بروچڪو نالو

سُهُرانُ = ڪي هن ريت بہ اُچاريندا آهن

سائيمُ = (ساٿي هہ) وطن

سَپَهَتو= محفوظ

سرويچ = جان باز

**سائُو** = وِيرُبهادر

**سُورِهُ** = وِيرُ. بهادر

**سُورِهاڻُ** = بهادرن جو بهادر = بهادرن کان بهادر

**سائِدو** = شايد سعيدو جو بگاڙ

**سُکارُ** = خوشحالي واروخوش حال

**سُکَرُ** = خوش حال

**سامَنُ** = ساهُ مَنُ = روح

**سانِيَرُ** = سُريلي آواز وڏو چڙو جنهن کي کَرِکو بہ چوَن

**سامَبرُ** = ڦاڙهو بارتهن سڱو

**سوجُهرو** = روشن سويرو

**سوجُهو** = روشن سويرو

**سوجهاڳو** = سويرو (سويرا)

**ساجُو** = ساجن جو بگاڙ

**سَقِرو** = سقلو. افضل. سقرو: صفر جو بگاڙ نہ سمجهڻ گهرجي

**سَگَرُ** = کنڊي وڻ جو ڦر (ڦل) ميوو.

**سِلُو** = سلمان جو بگاڙ

**سالُو** = ,, صالح جو بگاڙ

**ساهيتو**= (ساهي ٿو) سليقيدار

**سيبتو**= (سي ٻتو)سليقا شعار

**سَنوپرو**= سليقا مند

**سُريلو**= وندرفل

**سجايو**= افضل

**سِنڌُولو**= سنڌو مان نڪتل تر پائي نالو

**سُجاڳ** = هوشيار

**سُجاڳو**= روشن سويرو

**سُڪِيرو**

**سُڪِي بيڳ** = اڌ سنڌي اڌ ترڪي

**سَرواڻ** = اڳواڻ. مَهندار. ليڊر

**سوڀُ راڄ** = سنڌي واڪيو نالو

**سائِرُ**= دريا

**سُڄاڻ** = سمجهو. سياڻو. داناءُ

**سائِرو=** دريا

**سَگهو=** طاقتور

**سَگهارو=** طاقتور

**سَهَجو**

**سَهَجُو**

**سَهَجَنُ**

**سَهَجَلُ**

**سِيجو=** (سِي جو) سيج مان ورتل

**سِيجُو**

**سِيجَنُ**

**سِيجَلُ**

**ساتَلُ**

**سَرِتو=** ساتي، سنگتي

**سُرِتَنُ =** سُرتِ مان نڪتل

**سارَڻُ**

**سَهو**= ڳوپُ سهڻو حيوان.

**سانُ** = خاص نرُ ہيجي حيوان. اردو ۾ ساند چوَنِ

**سُهُبُ**= الائي ڇا سان ٿو لڳي يا تہ صحبت جي ڪاٿ ڇاٿ آهي.

**سَتُ وانُ** = پاڪ باز

**سَڄُ وانُ** = سچ وارو

**ساڳِيٹُو**

**سِجَلُ** = سن. شمس

**ساھَ سِيباٹُو** = يعني روح پرور

**ساوَلُ** = سبزل

**سِيلُ** = پاڪُ

**سَنَرُ** = يعني ڪرم

**نوٽ:** چرچي ڪل يوڳ ريت هي بہ نالا رکي سگهجن ٿا. سِروٹو.سَئوُنٹو. انگريزي لکڻ ۾ سَوَلا آهن.

# ش

اصل منڍ کان سنڌي ٻوليءَ ۾ "ش" جو آواز ڪونهي ٻوءِ وقت جي حالت آهر ٻين ٻولين مان آيو آهي.
"ش" سان سنڌي ڪو نالو شروع ڪونه ٿئي ٿو.

**شاهه ڏنو** = هن نالي جي حضرت شاهه ڀٽائيءَ سائين ڏي مراد آهي

**شاهن** = شاهه پارسي لفظ آهي. جنهن سنڌي صورت ورتي

**شينهن** = شير

**شينهون** = شير

**شينهل** = شير

**شاهل** = ٻروچڪو نالو. بلوچي ٻولي پارسيءَ جو ٻگاڙ آهي.

**شادو** = ٻروچڪو، بلوچڪو نالو.

**شادن** = ٻروچڪو، بلوچڪو نالو.

**شادمان** = ٻروچڪو، بلوچڪو نالو.

شَهَڪُ= پروچڪو، بلوچڪو نالو.

شاهَڪُ= پروچڪو، بلوچڪو نالو.

شَهوڪُ= پروچڪو، بلوچڪو نالو.

شاهُو = شاهه جو بگاڙ

شيرُو = پارسي شير جي سنڌي صورت

شيرَڻُ = پارسي شير جي سنڌي صورت

شيرَلُ = پارسي شير جي سنڌي صورت

شانُو= شان جو سنڌي روپ

شامَنُ = هندي نالي. شيام جو سنڌي واڻڪيو نمونو

شَهَمِيرُ = اڌ پارسي، اڌ عربي ٻسر نالو.

مير= امير جو بگاڙ

شَهَمورُ = اڌ پارسي اڌ سنڌي ٻسر نالو

شَنْگُورُ = ميرن جي صاحبيءَ ۾ ميرن جي شيدي ٻانهن مان زنجباري نالو

شانُ مانُ = پارسي سنڌي گاڏڙ نالو

شَهَپِرِيلُ = ڏيا حشمت، وڏن مُڇُنُ وارو مُڙسُ (مرد)

# ز

سنڌ ۽ هند جي ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ "ز" جو آواز ڪونهي. هاڻ وقت جي حالات آهر سنڌي مسلمانن ۾ اچي ويو آهي. پوڙها ماڻهو اڃا تائين "ز" جي جاءِ تي "ج" اچاريندا آهن. "ز" سان ڪو سنڌي نالو شروع ڪونہ ٿئي ٿو.

زَرڪُ = ٻروچڪو نالو

زَونگُ = ٻروچڪو نالو

ڪل پوڳ ريت هي سنڌي نالا "ز" مان ناهي سگهجن ٿا.

زِمبوٽو= مٽيءَ جي پِتَر ڪي ٻن هٿن ۾ ڪچي ٽنهن ڪي چوَنِ

زُوڪو= سٽروٽرو بدن وارو جوان ٽارزن نمونې

# ر

رَب ڏِنُو = عربي سنڌي گڏو نالو

رَب رَکِيو= عربي سنڌي گڏو نالو

رَحيم ڏِنُو = عربي سنڌي گڏو نالو

رَبَنُ = عربي نالي سنڌي روپ ورتو

رَبُو = عربي نالي سنڌي روپ ورتو

راوَتُ = بهادر جوان

راوَلُ = بهادر جوان

رانْوَلُ = کي ماڻهو هن نموني به اچاريندا آهن.

رَتو= رت جي رنگ لعل گلابي رنگ وارو

رَتَلُ = رت جي رنگ لعل گلابي رنگ وارو

رَتولُ = گلابي رنگ وارو

رَتِيلُ = گلابي رنگ وارو

راٺُورَتولُ

**رَڪِيو**

**رَتَــنـگـڙُ** = يعني سرخ گلابي سُنهنارِ وارو. منهار يعني صورت

**رَڪُو**

**رَڪِيَلُ**

**رِيالِي**

**رِيالو**

**راسو**

**راسَلُ**

**راسَنُ**

**راڻُو**

**راڻَلُ**

**رُومالُ** = عشق پيار نيهن جي نشاني پياري

**رُومالِي**

**رُومالو**

**رُومالُو**

روچي= سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

روچو= سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

روچُو = سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

راڇُو = سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

رِيڇُو = سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

روچُلُ = سنڌي لهاڻو يعني واڻڪيو نالو

رَنْگَنُ = سنڌي لهاڻڪو نالو

رَنْگُو = سنڌي لهاڻڪو نالو

رَڻُ مَلُ = ويڙهه جنگ جي پڙ جو پهلوان يعني شير جنگ

ريلُو = (ري لَو) سنڌي واڻڪيو لهاڻڪو نالو

ريوو = (ري وو) سنڌي واڻڪيو لهاڻڪو نالو

رينْتِلو= مارواڙي اڇُوتَ گرگلا قبيلي جو نالو

روزُو بلوچڪو نالو

روزِي= بلوچڪي نالو

راجا وِيرُ = راجا بهادر

راڄو

راڄُ

راڄَنُ

راڄَلُ

راڄُلو

رانجهو

رانجهُو

رانجهَنُ

رِيجهَلُ = وندر دلچسپي مان نڪتل

رِيجهَنُ

رِيجهُو

رَڙُو= ميحيءَ جو هڪ وڙ قسم

رِهاڻُ = هي رِهاڻ= ڪچهري مان نڪتل. ريحانُ نہ سمجهڻ گهرجي

راهُو = هي هڪ گرهَ تاري جو نالو آهي.

راهُلُ

راهِبُ = الائي ڇا سان ٿو لڳي

رِيچڪُ = روئنشو

رِيچَلُ

روجو= روجهو يا تہ روجهہ مان ورتل آهي يا تہ روضو جو بگاڙ آهي

روجَلُ

روجَهلُ

رَچَنڊو= ڪاشئي رڃي لعل ٿئي جي مراد آهي پاس ٿي وڃڻ

رَچَلُ

ريٿو = (ري ٿو) لعل ٻگاڙهو

رَتامُ = گلابي رنگت وارو

رَتامَنُ = گلابي رنگ وارو

رَتامُونْ

رَتاسُ = سرخ لعل

رَتُونبو= سُرخ بکي ٻاٽيءَ جو

**روڏو**= ٺوڙهو پکي خوب سهڻو آهي. سندس روڏ پيلي رنگت جي آهي، عجب ڪاريگريءَ سان آکيرو ناهي ٿو.

**رابيلو**= (رابي لو) رابيل گل جو نر پاٺي نالو

**رائِلو**= جبلي راٺو سرخ رنگ جي مراد

**رُپيتو**= چاندنو چانديءَ مان نڪتل (رپي تو)

**رُپو**= چاندي. ذاتو جو بيو نالو آهي

**رُپَنُ** = چاندن هي روپن روپ مان نڪتل نہ سمجهڻ گهرجي.

**روپو**= چاندي وارو. هي روپو هندي نالو نہ سمجهڻ گهرجي.

**رُپَلُ** = چاندي مان نڪتل

**روپاھُ**

**رُڪ**= فولاد

**رِيتَلُ** = رِيتِ مان نڪتل نر پيرائي نالو

**روهلُ** = روهَ = فوجَ.روهَ = جبل هن نالي جون ٻئي مرادون آهن. فوجي ـ جبلي. هي رَوحل نہ سمجهڻ گهرجي.

**روهِيلو**= فوجي، جبلي

**روهَنُ** = جبلو هي روحن نہ سمجهڻ گهرجي

**روهِيٺو**= فوجي سپاهي ـ سولجر

**رَمٻو**= زمين ۾ ڏرن ڪڍڻ جو نيچ ( ني چ) يعني اوزار

# ج

جادَمُ = سنڌي قومي هيرن مان هڪ هيري جو نالو.

جادَنُ

جادُ

جادو

جادُلو

جانِبُ = دلبر

جانِي= دلبر

جانُو

جانَلُ

جُڙِيو

جُڙُو

جوڙُو

جاڙو

جاڙَلُ

**جُڙِيلُ**

**جيجَنُ** = جيءَ کان وڌيڪ پيارو

**جيءَ**= ساهه ـ روح

**جيجو**= ابل

**جاجَنُ**

**جاجَڪُ**

**جيئو**= حيات

**جيئَندُ** = حيات

**جيئَنڊو**= حيات

**جيئَندَنُ** = حياتن

**جيئَنڊَلُ** = حياتل

**جيئَرو**= زنده ـ حيات

**جيئارو**= جيئالو

**جيئَلُ** = حيات

**جيئَڻُ**= زنده تيل

**جيوَڻُ**= زنده تيل

جِيوٽُو = حياتڙو

جَوُنِڪي

جاڳَڻُ

جِيوَتُ = حيات هي سنڌي واڪيو نالو.

جَتِي= پاڪ ستو

جتو= ستو

جامُڪ

جانَڻُ

جانِڙُو

جُوارِيو

جُئارِيو

جَنَڪِي= پروچڪو = بلوچڪو نالو

جَنگُو = بلوچڪو نالو

جانگُو = بلوچڪو نالو

جَنگانُ = پروچڪو، بلوچڪو نالو

جورَڪُ = پروچڪو، بلوچڪو نالو

**جورڪ** = ڪي وري ڪاف سان اچاريندا آهن.

**جاپڙ** = شايد عربي نالي جابر جو بگاڙ هجي!

**جمون**= ستاڙي جي هڪ ڏينهن جو عربي نالو جمع

**جمن** = عربي نالي جمع جو سنڌي روپ

**جمڙو**= عربي نالي جمع جو سنڌي روپ

**جرڪس**

**جلڻ**

**جلو**

**جيلو**

**جندو** = زندو

**ججو** = جيت

**جارو**= جڳهه وارو جارو يا ڪبٽ

**جارو** = يارو

**جوتِ علي**= جوتِ، روشني= روشن علي

**جڳ مور** = جهان مور

**جوانڻ** = پارسي لفظ جوان

**جُٺاڻُ ٿِيو**

**جيسَرُ** = (جي سَرُ)

**جِنسارُ**

**جَرْمَلُ** = ڪولهي قبيلائي نالو

**جَلْ قَتَاڪو**=هڪ نموني جو چالاڪ جوان يا تہ ڪا پاڻي جي شئي آهي.

**جُنْگ** = وڏو شاهوڙ جوان

**جُونْگَلُ** = جنگ، جوان

**جُنْگَلُ** = جنگ جوان ـ شاهوڙ

**جَمَنُ** = پيالو، جام، ساغر

**جِيتامُ** = صغير

**جُونْجهارُ** = شهيد

**جانِ مورُ** = ساهہ جو مورُ

**جَمالو**= جمال جو بگاڙ ۽ سنڌي لوڪ گيت فتح منديءَ جو

**جِيپَرُ** = زورُ

**جوِيَنُ** = يو ون = شباب.

# جهہ

جَهنڊو= پرچم، فليگ

جَهنڊلُ = پرچم، فليگ

جَهنڊَنُ = پرچم، فليگ

جَهنڊُو = پرچم، فليگ

جَهنڊالِي= پرچم، فليگ

جهانگِي= جهنگ رهاڪو

جهنگلي= جهنگ جو رهاڪو

جَهنگَلُو = جهنگ جو رهاڪو

جهانگِرو= جهنگ جو خيابان

جَهرلُو

جُهلَڻُ

**جُهوڙو=** پاتولي پٽ جو ڪر ڪندڙ پٽ سُٽ جا ڳل
ناهي سڳينِ،اڳنن ۾ وجهندا هئا.

**جهامَنُ =** سنڌي لهاٽڪو، واٽڪيو نالو

**جَهمَٿ =** سنڌي لهاٽڪو. واٽڪيو نالو

**جَهنڊُولو=** جهنڊ وارو= متي جي وارن واري جهنڊ مان
نڪتل

**جَهنڊيرُ =** جهنڊ وارو

**جهيرٽُو =** (جهي رٽو) ڪير ولوڙي واري منڌي جو هڪ
نمونو

# ڄ

ڄامُ = نواب ۽ ڄام زيتون جي ميوي کي بہ سنڌيءَ ۾ لاسي چون.

ڄامَنُ = نوابَنُ

ڄينو= واٽکيو نالو. هي ڄينو سنڌي سپوٽ وفا جو پتلو هو.

ڄامُلو

ڄَرڪو= ميجيءَ جو هڪ نمونو. سيني نندين منجين کان ڦري کائي ويندڙ. (ڄرکي کي چلر کونہ ٿين)

ڄامُونَ

ڄاڄِي= ڄڄ وارو

# ڇ

ڇَرياڻُ = سرمست

ڇُوڪو= سائي ياڇي جو وڻ قسم سَوادَ ۾ ڪَٽ مِٺڙو

ڇِيهو= پڪي بہ آهي. گاهہ بہ آهي

ڇَتُونْ= سُهڻي سائي رنگ ڳاڙهي ڇُهُنْبَ وارو پکي.

ڇُوپَٽُ = ننڍڙو سهڻو گاهہُ

ڇاڳِلو

ڇَڳُو

ڇَڳَلُ

ڇَنْگَلُ

ڇَنْگُ = وَڄَتِ يعني موسيقي ميوزڪ جو سازُ

ڇانْگو= سواريءَ وارو مَهَري يلو اُٺُ

ڇَٽُو

**چِئُونرو**

**چِيِڙُ**

**چِيِڙُو**

**چِتامُ** = نقش

**چِيتاسُ** = (چي تاسُ) بهارو= بهار مان ورتل چيتاسي رُتِ

**چِنيمُ**

**چاڪَرُ**

**چِيزَلُ** = چيز پارسي لفظ لام لڳي سنڌي روپ ورتو

**چاچِلي**

**چوتُو** = سنڌي واٽڪيو نالو

**چُولو**= سنڌي واٽڪيو نالو

**چوئِتُ** = سنڌي واٽڪيو نالو

**چَئِينُ** = (چئي نُ) سنڌي واٽڪيو نالو

**چانڊُو** = سنڌي واٽڪيو نالو "ڊ" ۾ لڪل "ر"

**چَنڊُ** = "ڊ" ۾ لِڪَلَ "ر"

**چَنِٽُو** = ماڙيچي يعني مارواڙي نالو

**چُوهَرُ**

**چوڏِهو**= سنڌي آهيڙي عرف شڪاري نالو

**چَنُونْ**

**چَنبِيسَرُ** = (چني سَر)

**چِيڪِلو**

**چَچُلو**= دادُلو

# چ

چوڳلو= ماروا‌ڙي نالو

چَلو= عشق نيهن برهه جي پياري نساني

چَلڻُ

چُتو

چُتَلُ

چُتَڻُ

چَتو

چَتَنُ

چَتَلُ

چاڳُو

چَبَرُ

چٽڪو

چٽڪُو

چَبَلُ = سنڌي لهاڻو نالو

**چانوَلو=** چانءِ مان ورتل

**چانهَلُ =** چاهون هنداڻو

**چاپاڪو=** هڪ پکي رڳو رات جو نڪرندو آهي. ڏينهن جو نہ ڏسبو آهي.

**چڳُو**

# ڊ

**ڊوڊو**= سنڌي قومي هيرن مان هيرن جو هيرو شهيد ڊوڊو سومرو

**ڊوڊَنُ**

**ڊوڊَلُ**

**ڊاڊَنُ** = پارسي لفظ "داد" جو سنڌي نمونو

**ڊاڏَلُ**

**ڊاڏُلو**= ماءُ، پيءُ جو ڇڇلو تمام پيارو لاڏڪوڏ وارو

**ڊَريا خانُ** = سنڌي قومي هيرن مان هيرن جو هيرو شهيد دريا خان. دريا پارسي لفظ آهي

**ڊُولَهُ** = گهوٽ

**ڊَڏُ**

**ڊَرْڪُ** = بلوچڪو نالو

**ڊورانُ** = بلوچڪو نالو

**ڊُرُو**= ياڻنجي تو ڪَنَ ۾ پاڻ جو ڳَهُ ڊُرُ جو سنڌي نمونو آهي

ڏُرو

ڏُورو

ڏُرَلُ

ڏُريلُ (دري لُ)

ڏَرُو

ڏَرِيو

ڏوسُ = پارسي دوست جو سنڌي رنگ روپ

ڏوسَلُ = پارسي دوست جو سنڌي رنگ روپ

ڏوسو

ڏوسُو

ڏوسَنُ

ڏائِٺُ

ڏادُو= پارسي يعني ايراني "داد" جو سنڌي روپُ

ڏَيو

ڏِلَڙُ = پارسي دِل جو سنڌي روپ

ڏِلُو = پارسي دل جو سنڌي روپ

**دلير** = (دلي رُ) دل وارو سُورهه

**دَلُو** = هي دل مان ناهي ورتل

**دولو**= پارسي دولت جي سنڌي نموني ڪاٽ ڇاٽ

**دولُو** = پارسي دولت جي سنڌي نموني ڪاٽ ڇاٽ

**دَيَنرُ** = دَئوُسَ

**دَرگاهِي**= پارسي اڪر درگاهه مان سنڌي نمونو

**دُولَهه ڏِنوُ** = سري اڏيرو لال کي بہ دولهه چون. هي سنڌي واٽيا نالو رکن

**دُولَميو**

**دَريا ڏِنوُ** = سنڌي واٽڪيو نالو

**دَليل** (دلي ل)

**دالُو**

**دِينوُ** = عربي لفظ "دين" جي سنڌي صورت ڇئجي يا بگاڙ

**دِينَلُ** = عربي لفظ "دين" مان سنڌي نموني نالو ناهيو ويو

**داتو**

**ڏمبو=** تلهو تمام تلهو ۽ ويڪري ماٺهو کي بہ چون.
وڏي ويڪري وڻ کي بہ چون

**ڊَگُڙ =** وڏي گَس کي چَوَنِ يعني منهاج

**ڊَگرانُ =** منهاجُ

**دِل مَنُ**

**دِل مورُ**

**دِل جانِي**

**دِل ڦُلُ =** دل گل

**ديدَنُ =** ديد نرتِ نظر مان نڪتل

**دِمِي**

**دالو**

**دُولهہ ڏِنُو** = يعني سري اڏيري لعل جو ڏنال

# ٻ

ٻيلو= (ٻي لو) مور جي مادي ٻيل مان نڪتل نر پـائي جو نالو

ٻيلنُو

ٻُولو= سنڌي واڻڪيو نالو

ٻُولَنُ= سنڌي واڻڪيو نالو

ٻيتو= (ٻي تو) سنڌي واڻڪيو نالو

ٻومَڻُ = سنڌي واڻڪيو نالو

ٻَگو

ٻَگوشُ = پاڻيءَ جو پکي

ٻِينبو= ڊينبي جي ٻاراڻي لوڪ آکاڻي مشهور آهي. ننڍڙن ٻارڙن کي ٻڌائبي آهي.

ٻوڙِينبو= سنڌي ساز آهي

ٻوٽِيبو= ڪي هن نموني بہ اچاريندا آهن

ٻيمَنُ = (ٻي منُ)

**ڊامڻُ** = گاهه جو وَڙُ قسم آهي

**ڊاماهو**= پسارڪي ٻوٽي آهي

**ڊانٻُو**

**ڊَمٻا**= مڪراني نالو

**ڊِنگُ** = وڏو لاٽُ ماڻهو

**ڊِنگو**

**ڊِينگو**

**ڊِينگُ** = پاڻي جو پکي آهي

**ڊيٽُو**= (ڊي ٽُو) ڳلي يعني اِتي جو هڪ نمونو آهي

**ڊُٺُو** = بنڊري قد جو هڪ نموني جو ماڻهو

**ڊِگهالُ** = بنهين ڊُگهي وڏي قد ماڻهو کي چئبو آهي "ڊ" ۾ لکل "ر" آهي.

# ڏ

**ڏولڻ**= دلبر

**ڏولڻو** = دلبر

**ڏولُ** = دلبر

**ڏولُو** = دلبر

**ڏولو**= دلبر

**ڏوليو**= دلبر

**ڏولير** = هڪ پکيءَ جو قسم

**ڏالو** = ويڙهه واري سپر ڏال مان نڪتل

**ڏالو**= ويڙهه واري سپر ڏال مان نڪتل

**ڏارو**= جُوئا راند واري کي چَوَنِ ۽ هٿ ڏسڻ جو به ڏارو سامي فقير وجهندا آهن

**ڏيپو**= (ڏِي پو) رُگلِيءَ راند واريءَ جو هڪ نمونو ٿيندو آهي ۽ اڳوڻي وقت سارين ڇَڙڻ جو به جند نمونـي ٿيندو هو

# ڏ

**ڏِٽي پَرتو**

**ڏَٽي ڏِنُو**

**ڏِٽي بَشڪُ** = (بخش) اڏ سنڌي اڏ پارسي

**ڏِيرو**

**ڏِيرَنُ**

**ڏِيرَلُ**

**ڏِگاٽُو**

**ڏاٽُو** = سُرَهي سائي ياڄي جا پن ڇنٽي ۾ ڪم اچن ۽ ڦر يعني ٻج ويگر مصالح ۾ ڪتب اچي.

**ڏَنُو** = ڏَنَ مايا ملڪيت وارو

**ڏَنَنُ**

**ڏَنَلُ**

**ڏُوپارُ** = ڪٽ مست جانباز. ڇوٽي آهي مڙس تہ ڪو ڏوپار آهي.

**ڏَمالِي**

**ڏٿونڙُ** = ڏٿونري، ڏهي مان نڪتل

**ڏامُونْ**= ڪنڪ. اَن جو ڏارو ڪري ڳهه ۾ ڦوٽي جو داڳ ڪري رڌبو ڳڙ سان منو ڪبو. سمجهو تہ ڪڻڪ جو منو پَٽ.

**ڏاچارو**= ڏاجورو هڪ گاهه جو قسم آهي، جنهن جي پاڙ جي ڳنڍ ڏنار ڪوٽي ڪائيندا ها. هي گاهه وسڪاري بعد پوني تي ٿيندو هو.

# ڏ

ڏاتارڏِنو= الله ڏنو

ڏاتر ڏِنو = الھ ڏنو

ڏِنو

ڏِنَلُ

ڏاتو

ڏاتَلُ

ڏاتُو

ڏتُو

ڏِنو= سرائڪي نالو

ڏِتَلُ = سرائڪي نالو

ڏانڊُو = سنڌي مھتڪو نالو سنڌي واڻين ڪي مھتا بہ چوندا ھا.

ڏامُون= سنڌي مھتڪو نالو سنڌي واڻين ڪي مھتا بہ چوندا ھا.

ڏيمُون= سنڌي مھتڪو نالو

ڏامڻ= سنڌي مهتڪو نالو

ڏامل = سنڌي مهتڪو نالو

ڏمڻ = سنڌي مهتڪو نالو

ڏيمڻ= ( ڏي مڻ) سنڌي مهتڪو نالو

ڏيوو = (ڏي وو) سنڌي مهتڪو نالو

ڏيون = (ڏي ون) سنڌي مهتڪو نالو

ڏيول = (ڏي وَل) سنڌي مَهتڪو يا واٽڪيو هڪڙي ڳالهہ آهي

ڏوڏو= سنڌي مَهتڪو نالو واٽئي کي مَهتو بہ چوندا ها.

ڏوڏڻ = سنڌي مهتڪو نالو

ڏاڙهون= انار بهترين ميوو

ڏونگر = جبل ڪوهہ

ڏاهر = سنڌ وطن تي سِرُ ڏئي سُرهو ٿِيَلُ راجا ڏاهر

ڏهرو

ڏهيسر = ڏهن سرن وارو يعني سورهہ وِيرُ. بهادر

ڏهو

ڏمُ

ڏنڊو

ڏِيئو= چراغ

ڏِيئلُ = چراغ

ڏَئُونرُ = ڏوئري جي مراد

ڏَئُونرو= ڪِرڙَ وڻ جو ڪچو سيرو جنهن جو پوڙ ڪَن آچار بہ ڪَن ڪرڙ جي ڳاڙهي ڦر ڪي پڪا چَوَنِ. پڪن مان سيرو بہ ناهيندا ها.

ڏيلو= (ڏي لو) ڪرڙ وڻ جو ڪچو ڦر هي سرائڪي وارا چون.

ڏيڏرُ = (ڏي ڏر) آهيڙي عرف شڪاري نالو

ڏِوايا= سرائڪي نالو يا پنجابي نالو

ڏاسو

ڏاهو= سياڻو عقيل

ڏانيو= ماڙيچو نالو

ڏارَمَ= ماڙيچو نالو

**ڏيسلو=** ماڙيچو نالو (ڏي سلو)

**ڏاگھو=** اٺ

ڏاھي مان ڏاھن ـ ڏاھيل. اھڙا بيا بہ نالا ٺاھي سگھجن ٿا.

# ڪ

**ڪَثُورُ** = ڪثوري= مشڪ مان ورتل نالو

**ڪِيانْنو**

**ڪاڇو**

**ڪاڇُو**

**ڪِلُو**

**ڪِلَڻُ**

**ڪَمُونْ**

**ڪَمَنُ**

**ڪُنْڊُو** = ڪنڊ مان نڪتل

**ڪِلندو**

**ڪَبِڙُ** = هِنَ وڻ جو منو ميوو "پيرون" پيرون سُڪائبا تہ ڪوڪَڙِ چَوَنِ. جيئن انگورن ما ڪشمش

**ڪَنَڻُ** = ڪنڍهارُ گل جي ڪاتَ چاتَ

**ڪَنُو** = ڪنڍهار گل جي ڪات چات

**ڪنڻ هارُ** = گل جو وڙ قسم

**ڪنمنو**

**ڪاڪُو** = (خاڪو) پارسي خاڪ جو سنڌي روپ

**ڪاڪِي**= (خاڪي) پارسي خاڪ جو سنڌي روپ

**ڪِيائِي**= شايد خيال مان نڪتل (خيالي)

**ڪِيمُون**= سنڌي واڻڪيو نالو

**ڪِيمُنُ** = سنڌي واڻڪيو نالو

**خانُ چَند**= سنڌي واڻڪيو نالو چند = چنڊ

**ڪِيئُو**= سنڌي واڻڪيو نالو

**ڪِيئَلُ** = سنڌ وڻڪيو نالو

**ڪيسانُو** = (ڪي سانو)

**ڪِبرُتَرُ**

**ڪيبَرُ** = (ڪي بر)

**ڪِبرُ** = سگهه وارو تانگ

**ڪيبَرُ** = (ڪي بر) هي ڏ ڌ عربستان وارو خيبر قلع آهي
ڌ خيبر لڪ

**ڪيتُ** = (ڪي ت) ڊاٽڪي نالو. ڪيت= فصل

**ڪينو** = (ڪي تو)

**ڪورَڪُ** = بلوچڪي نالو

**ڪوڇا**

**ڪوڇُو**

**ڪِميسو**= (خميسو) ستاڙي جي ڏينهن جو عربي خميس مان سنڌي روپ

**ڪانڻُ** = (خانڻ) منگولي (مغلي) لقب خان جو سنڌي روپ

**ڪانَلُ** = (خانل)

**ڪانڙو** = (خانڙو)

**ڪانُونُ**= (خانو)

**ڪُنشالُ** = هي نالو سيپي ننڍو قومن وارا رکندا آهن.

**ڪُدَنُ** = (خدن) پارسي لفظ خدا جو سنڌي روپ

**ڪَڳو**= ميڇيءَ جو وڏ قسم

**ڪانُونبو**= ڏتَ واري ميوو تر جو.

## ڪرپٽ

**ڪُھُنبو**= گلابي ڪپڙو جيڪو ڪنوارين کي اوڍائيندا آهن.

**ڪالڪ ڏِنو** = (خالق ڏنو)

**ڪِيرُو** = يعني ڪير مان نڪتل نالو

ڪِيرالو ڪير مان هي نالا ٺاهجن. ڪِيرهل ــ ڪيرال ــ ــ ڪيريتو ــ ڪِيرهلو (هي هڪ گاهه جو قسم آهي. جنهن کي پنڻ سان ڪير جهڙو رس وهندو آهي) ڪيَرل.

## گ

ڳَمْبَلُ

ڳَـمْبلُو

ڳَمْبو

ڳَمْبُو

ڳِڏُو

ڳَڏُو

ڳِڏُو

ڳَڏُلو

ڳَاجَنُ = غازي جي سنڌي صورت يا تہ ڳاجَ نئين مان نڪتل

ڳَاجُو = غازي جي سنڌي صورت يا تہ ڳاج نئين مان نڪتل

گاجي= غازي جي سنڌي صورت يا تہ گاج نئين مان نڪتل

گهُرامُ

گُونَدَرُ

گُونڊُرو

گُونڊريو

گوڊو= سنڌي آهيڙي عرف شڪاري نالو

گوگو= ماڙيچو نالو گوگو چوهاڻ نانگ بلائن جو ماهر جوڳي.

گوگو

گُونَدَلُ

گودَرُ

گوڏَڙُ = هن نالي کي ڪي "ڙي" سان اچاريندا آهن.

گاهِي

گيهِي= (اگي هِي) گهہ وارو

گاهَنُ

**ڳادو**

**ڳاڳو**

**ڳاڳُو** = سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳاڳَنُ** = سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳيئو**= (ڳِي ئو) سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳَمَنُ**= سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳومَنُ** = سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳومُونَ** = سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳرِڎنو** = سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳوڪو**= سنڌي لوهاٺو نالو

**ڳامُونَ**= سچار مشهور تي ڳذريو آهي.

**ڳامَٽُ**

**ڳَهَنوَرُ**

**ڳَنهَنوَرُ** = ڪي هن ريت بہ اچارينداآهن

**ڳِينوَرُ** = هاٿي

**ڳِيندو**= طاقت جي علامت (حيوان)

- ماڻهو ڌرم مذهب لاءِ وڙهندا. ڌرم مذهب جي حمايت ۾ تقريرون ڪندا. بحث ڪندا. ان لاءِ ماريندا ۽ مرندا پر ان جي اصولن پٽاندر حياتي نہ گذاريندا.
(هي ٻول نامعلوم سالڪ جو هڪ اخبار ۾ ڏنل)
( بعنوان " بنياد پرستي جو وڌندڙ اثر").
- انسان جي وڏي ۾ وڏي بيماري بي عقلي جنهن جو پيچاڙڪو پاڇاندو بنياد پرستي جي برباديءَ.

بي قدري پنهنجن جي، پريجن پراين جي مجتا

- دنيا جي قومن کي پنهنجن بزرگن کان ڪتاب مليا آهن، ڪن کي نثر ۾، ڪن کي نظم ۾، ڪن کي گيت ۾، ڪن کي ٻيءَ جي هدايت ۾، بزرگن جي هداينن کي شعر سمجهڻ، بزرگن کي شاعر چوڻ، اها بزرگن جي وڏي بي قدري آهي، پنهنجي بزرگن جي بي قدري ڪندڙ قوم جا هليت جي اوڙاهہ ۾ غرق ٿي ويندي. دنيا جي گولي تي سنڌي ٻولي زبان جو نالو نشان نہ هوندو.
- سنڌي ماڻهون پنهنجي هر شئي کي هيچ تو سمجهي، پري جي پرائي جي هر شئي کي اوچ تو سمجهي.
- اولهہ، اتر جون خون خوار قومون اهن.ڏکڻ، اوبر جون ايند ڳوٻي قومون آهن آد اصل کان اولهہ، اتر جي قومن ڏکڻ، اوبر تي ڪاهون ڪيون آهن سراسر.
- سنڌي مائٽ، اسڪولن مان پڙهي اچڻ بعد پنهنجي اولاد کي گهر ۾ تواريخون هر دور جون پڙهائن خاص ڪري سنڌ بابت تہ ڇا وهيو واپريو آهي ۽ ڇا ظلم غضب، ناحق پيو ٿئي.

ٻوليون پڙهجن ٻہ

ٻولي زبان بابت ننڍڙا ننڍڙا نڪتا عرض رکجن ٿا. ٻوليون پڙهجن ٻہ مادري ۽ انگريزي.

مادري ٻولي قومي فرض طور. انگريزي ٻولي دنيا سان رابطي جي فائدي طور. سائنس سمجهڻ، پروڙڻ لاءِ انگريزي عالمي زبان ٿي وئي آهي. دنيا ۾ جتي ٻـ اوهان جو اولاد سيني سان ڳالهائي سگهندو سڀ ڪجهه ڪمائي سگهندو. قوم آهي ٻولي زبان سان، ٻولي زبان آهي ڳالهائڻ سان. ڳالهائڻ آهي پڙهڻ لکڻ سان. پڙهڻ لکڻ آهي آزاد هجڻ سان، قوم قدرت جي جوڙيل ناهـلَ نوس حقيقت آهي. قومن جو اولي ۽ آخري حق آزادي آهي. آزادي نعمت خداوندي آهي، آزادي بنا انسان بذل حيوان آهي، ڌرتي جي ديسَن هر هڪ جي ڌار ڌار آهي ٻولي زبان.

ٻولي زبان سبب حيوان کان الڳ ٿيو آهي انسان. ڪابـ قوم ٻولي زبان سان آهي هوندي، ٻولي زبان مادري تعليم پڙهڻ لکڻ سان آهي زنده رهندي، ڌرتي جي قومن جي انسان جي پاڙ جـڙآهي زبان. هر قوم جي انسان تي فرض آهي پنهنجي مادري پڙهڻ ٻولي زبان. هر جنس جو حيوان بـ مادري آواز ڪري ٿو. جو انسان مادري زبان نٿو ڳالهائي پڙهي سو حيوان کان آهي بد کان بد حيوان. سنڌ ۾ رهڻ سڏائڻ سان سنڌي ڪونـ ٿبو

سنڌي ٻولي ڳالهائڻ سان سنڌي ٿبو. گهر ۾ جيڪو ڳالهائي ٿو سنڌي سو آهي سنڌي، جيڪو اردو سان گڏ پڙهي ٿو سنڌي سو آهي سنڌي، جيڪو فقط پڙهي ٿو اردو ۽ نٿو پڙهي سنڌي سو نـ آهي سنڌي. اسڪول ماڻهن کوليا آهن، ايڪڙ ٻيڪڙ سنڌي ماڻهن بـ اسڪول کوليا آهن. جتي بـ اردو انگريزي پڙهائن ٿا. اردو انگريزي سان گڏ سنڌي بـ پڙهائڻ گهرجي، پر ٻاهـران سنڌ ۾ آيل غير سنڌي اردو ٻولي وارا، پنجابي ٻولي وارا. پناڻڪي ٻولي وارا جن جا ٻار سنڌي تعليم ٻنهي نٿا پڙهن، چو تـ انهن جا مائٽ سنڌي تعليم پڙهائڻ ئي نـ ٿا گهرن. اِهو سنڌي تعليم ڪي ڌَڪَ جنرل ايوب خان صاحب لڳايو. ڌريان ئي ڌار غيرن

تي کهڙيِ مَـيارَ. ميارُون آهن پنهنجن تـي سـنڌي وڏن مـاڻهن سـنڌي اڳواڻـن ليڊرن تـي جيڪي پنهنجن ٻارن کـي سـنڌي تعليـم نـٿـا پڙهـائن، انـگريزي ۽ اردو سـان گڏ سنڌي بـه پڙهـائڻ گهرجـي. سـنڌي اڳـواڻ ليـڊر سنڌي هوندي سنڌي نـٿا ڳالهائن. آئون انهن کي غير سنڌي ڪُنُـري يعني زمري ۾ سمجهان ٿو. سونيا گانڌي اٽلين هوندي " هندي ڳالهائي ٿي۽ سونيا هندوستانڻ آهي. ڪنهن بـه قـوم جي مادري ٻولي زبان جي علم تعليم جي تباهيءَ سان ٻولي زبان ختم ٿيندي آهي. ان قوم جي جنهن قوم ۾ پنهنجي مادري ٻولي زبان ۽ زمين جو قدر ڪونهي تـه ان قوم جو حَـبِگَ جهان ۾ ڪجهـ بـه ڪونهـي. دنيـا ۾ قومـون ٻولـي زبـان وسـلي هونديون ليسڪبيون آهن. نـه ڌرم، مذهب وسيلي. ٻولي زبان انسـاني شيءَ آهي جنهن جو پهريـون نمبـر آهـي. محبت انسـانيت جـو وسـيلو ٻولـي ڳالهائڻ سان آهي. دنيا جي گولي تي اَمرَ لاءِ (هميشه لاءِ) ٻولي زبان سـان زنده رهيو ۽ نـه سَرِيرَ يعني جسـم سان. انسـان ٻولي زبـان سان آهي. نـه ٻُتَ جسم سان. ٻُتَ بَـدَنَ سان حيـوان بـه آهي پـر حيـوان ٻولي زبـان نـٿو ڳالهائي. يورپ ڪنهِ وارا ٻن يا ٽن ملڪن ٻنان باقي ملڪ هـڪ ٻـڌي ٿيـا آهن هڪ سڪو " يورو " ڪيـو اٿـن. پـر هـڪ ٻولـي زبـان هرگز نـه ڪندا. سنڌي قوم ۾ وڏي ڪچائي يعني خامي هـيءَ آهي تـه پنهنجي ٻولي زبـان کي اهميـت نـٿـو ڏي. ٻولي زبان سان قـوم هوندي آهي. ٻولي جي علم تعليـم پڙهـڻ لکـڻ سان قـوم قـائم دائـم رهندي آهي. سنڌي ٻولـي کـي بچائي سنڌي قوم بچايو. سنڌي اسڪولن ۾ سنڌي ماسـتر لڳـايو. نـنڍو ڪنڊ هندستان بـه ملڪ. انگريز ڪـري وڃـڻ جي صورت ۾ U.P يوپي جي اردو مهاجرن جي پنجاب بـه اڌ ٿيـو. سـڪن واري پنجـاب مـان پنجـابي مهاجرن جي اٿـل پـٿـلَ فقط سنڌ تي پـئـي. ڌاريان آيا دوسـرن جي اچـڻ جون يلغارون. قطارون لڳيون پيون آهن.

پاڪستان ٺهڻ بعد سرحدي پناهن جي ٻه يڪا يڪ سنڌ ۾ اچڻ جي يلغار اچي پئي. افغانستان ۾ روس جي دخل بعد افغاني پاڇوڪڙن لاءِ حاڪم وفاق، سرحد ۾ ۽ اتر بلوچستان ۾ ڪئمپون قائم ڪيون. امريڪا ڪائڻ جا مال خزانا ڏنا. انهن ڪئمپن مان افغاني شروع ڪان ٿورا ٿورا نڪرندا سنڌ ۾ ايندا رهيا. حاڪم وفاق جي ملڪ ۾ ڪو پناهه ڪونهي. ڪئمپون بند ڪرڻ بعد افغاني يلغار سنڌ ۾ ايندي رهي ٿي. ننڍي کنڊ يعني برصغير جي هندوستاني حصي جي مڙني ملڪن جي قومن جون زبانون زنده رهنديون. ڇو ته هندستاني حصي جي ڪنهن به ملڪ ۾ لڏ پلاڻ جي اٿل ڪانه آئي. سنڌ ما صرف سنڌي هندو 13 تيرنهن لک ويا هندوستان جيڪي ڪُڙو ڪُڙو ٿي ويا هندوستان جي هر هڪ حصي ۾ سن 2040 ڌاري سنڌي قوم جي سنڌي ٻولي پوري ختم ٿي چڪي هوندي. سنڌي قوم وارا سڀ اردو ڳالهائيندا. حاڪم وفاق وارا سنڌ جو مٽيون مال ۽ پاڻي شروع ڪان خوب ڪٽندا رهن ٿا. پر سنڌ جا دفينا ڪوٺي ڪٺي وڃن پيا. سن 2040 ڪان 2043 تائين سنڌ ڪي پيڙي نپوڙي ڦوڳر ڪري ڦٽي ڪندا. يعني سنڌ مان هٿ ڪڍندا پوءِ سنڌ وارا اردو پناهگير. پنجابي. پناهه. سنڌ جا حاڪم هوندا. حصا پَتيءَ تي پاٽت ۾ وڙهيا نه بوسنيا واري ڪار ٿيندي. جي نه وڙهيا ته لبنان واري طرز حڪومت ڪندا. اصلي سنڌين جي غلاميءَ واري حالت هوندي. جيئن امريڪا ۾ ريڊانڊين ۽ شيدين جي آهي. آمريڪا ۾ شيدين جي ٻولي زبان انگريزي آهي. پر سنڌن ڪا حيثيت ڪانهي. آها ئي غلاميءَ لاءِ آندل. غلامي حالت ۾ رهندل. برابري جو ڪو حق نه اٿن. پر سنڌ ۾ اصلي سنڌين سان هيءَ به حالت ٿيندي. سنڌين جي آبادي وڌي ته اصلي سنڌين جي حاملا عورتن جا زوري بار ڪيرائيندا. جيئن شروع ۾ جنرل ايوب خان صاحب نس بنڌي جو عمل سنڌ ۾ شروع ڪرايو هو. پوءِ اسلامي علماءِ اڪرام بند ڪرايو هو.

# جناب شيخ اياز صاحب بابت ٻه اکر.

شيخ اياز وڏو مهان شاعر آهي، سنڌي ٻوليءَ کي سنڌي قوم کي کوڙ کان کوڙ ڪافي کان ڪافي ڏنو آهي، پر شيخ صاحب ۾ ڪجهه بانورَ تڪبر جو جـُـذ هو. " پٽائي (پٽائي سائين) ۽ اياز کي توريندئو ڪاني پڇي پـُوَنديءَ ۽ شيخ صاحب جي ويجهي جـي نـِـرتِ نظر ڪمزور هئي. ڳالهن جا آهن ذرا. ڀڳت سنگهه تـي " او پيرا" لکيو اٿس، پر حضرت صبغت الله شاهه سورهيه بادشاهه شهيد بابت ٻه اکر بـه لکي نـه سگهيو.

سورهيه بادشاهه سنڌ ۾ انگريز خلاف هل چل هلائي، پاڻ شهادت ماڻي سندن جماعت جا لکين سنڌي جيلن عذابن ۾. هزارين بـي ڏوهه ري گناهه ڦاسي چڙهيا، ٻارين ٻچين لوڙهن ۾ بند ڪيا ويا اذيت عذابن ۾ گهاريندا رهيا، انـهـِـيءَ بابت ڪجهه نظر نه آيس " رڳو ڀڳت سنگهه جي ڦاسي" نظر آيس.

## سنڌ جو آبپاشي کاتو پاڻي وڪڻي ٿو.

سنڌو دريا تي پنجاب سنڌ جي حصي جو پاڻي گهٽ ڪرڻ جا 1859ع کان حيلا چالو ڪيا. پر ساري هندوستان جو حاڪم انگريز هو جنهن پڇڙي وارن جو حق قائم رکيو. 1947ع جي ورهاڱي بعد پاڪستان جو پاڻ حاڪم پنجاب ٿي ويو، سنڌ محڪوم ٿي وئي. حاڪم آقا جي مرضي جيڪا غلام کي جيترو ڏي، سو آقا کي کهڙي ميار ڏجي. ميار آهي پنهنجن تي سنڌ جي آبپاشي کاتي ۾ 95 سيڪڙو آفيسر سنڌي آهن،

آبپاشي کاتي ۾ ايس ڊي اوز اهمر ڪڙي آهن. هيڊ وارن بيلدار، داروغا، سرويئر جو دارومدار ايس ڊي اوز تي آهي ته مٿي وارن آفيسرن، انجنيئر، اي سي، چيف سيڪريٽري وغيره جو به دارومدار ايس ڊي اوز تي آهي. ايس ڊي اوز ساري سنڌ جي واهن، شاخن جي مَنڍَ ۾ وچ وارن واٽر ڪورس جا هر ڇهه ماهي زميندارن کان ڏوڪڙ وٺي موگھا يعني ماڊيول پڃائن ٽوڙائن ٿا. منڍ جي واٽر ڪورس جا پنج پنج، چار چار لک وٺن ٿا ۽ وچ وارن واٽر ڪورسن جا ٽي ٽي لک وٺن ٿا. وري بي ستمگري اها ته موٽر پڪا منڍ ۾ وچ وارن واٽر ڪورس تي واهن شاخن جي ڪپر تي رکي واٽر ڪورسن ۾ پاڻي وجهن ٿا. ٽيو ظلم اهو ته وقت جي سرڪار اربين ڏوڪڙن جو ٺيڪو چائنا کي ڏنو. چيني ماڻهن واٽرڪورسن جا موگھا ماڊيول لوهي سيخن ۽ سيمنٽ سان اهڙا ته مضبوط ٺاهيا جيڪي پڃڻ ٽوڙڻ کان زور ها. زميندارن لکين ڏوڪڙ ايس ڊي اوز کي ڏئي چيني ماڊيول مٿيءَ سان لٽي پوري ڇڏيا آهن. ۽ پنهنجي مرضي جا موگھا ماڊيول ٺاهي ڇڏيا آهن ۽ پنهنجي مرضي آهر قانوني ماپ کان به ٻه فوٽ اڍائي اڍائي فوٽ، ٽي فوٽ ويڪر ۾ اونهائي عمق ۾ پڳل ٽنل هجن ٿا. پاڻي جي ليول کان مٿي ظاهرداري جي چالاڪي موگھي ماڊيول جي قانوني ويڪر ڏيکاريل آهي. وارا بنديءَ ۾ واهه ۾ شاخون بند ٿينديون آهن ته زميندار موگھا ماڊيول مٿيءَ سان لٽي ڇڏيندا آهن. ظاهرداري وارو موگھي جو منهن ڇڏيندا آهن. چوٿون اهو ته منڍ وچ وارا ونجون هٽي پاڻي وهندا آهن. ونجيءَ کي آب پاشي آفيسر ڪٽ هڻڻ چوندا آهن. وري چربٽ راجا واري ڪار ته ايس ڊي اوز پڇا ڳاڇا تي هي ڪوڙا بهتان زميندارن تي لڳائن ٿا ته زميندار پاڻي چوري ڪن ٿا. زميندارن کي ڪهڙي مجال آهي چوري ڪرڻ جي. ها ڪنهن وڏن زميندارن وٽ لچ لوفر هوندا آهن ته ايس ڊي او کي ڊچاريو ويندو آهي پر اهڙا چند وڏا زميندار عام نه وڏن هلنديءَ

وارن زميندارن لاءِ پارٽي بازي ڪري ناظم ايس ڊي اوز کي چوندا آهن. وڏيڪ پاڻي ڏيڻ لاءِ ساري سنڌ جي واهن شاخن جي منڍَ موهَرَ ۽ وچ وارن واٽر ڪورسن جا ڇهہ ماهي ڪروڙين روپيا تين تا. جيڪي حصي رسي سان آب پاشي جي وڏن آفيسرن تائين پهچن تا. ساري سنڌ جي واهن شاخن جون پڇڙيون سڪي ويون. ايس ڊي اوز وارن سڪائي ڇڏيون.

انگريز جي سرڪار وقت آبپاشي جو قانون هو تہ واٽر ڪورس تي ٿي پتي آبادي ڪبي يعني ڪنهن ڪَڙيو يعني واٽر ڪورس تي زمين ٿي سؤ ايڪڙ آهيُ تہ هڪ سؤ ايڪڙ پوک پوکبي. توڙي اڳوڻي وقت پاڻي آل جال هو سمنڊ ۾ بہ وڃڻ گهربو هو. هن وقت منڍ، وچ وارا حِڪتو زمين پوکين تا. پڇڙيءَ وارا حيِّوَن تا بلڪل زمين ڪَلَ پوکين. واٽر ڪورسن جا موگا ٿي ٿي فوٽ ويکر ۾ پڳل ۽ چار چار فوٽ اونهائي ۾ ٿٽل. ٻن ٽن ڏينهن ۾ چُڪتو پوک فصل فل پرجو وڃي تہ ڪٽي سر واهہ ويجهو آهي تہ سر واهہ ۾ پاڻي ڇوڙايو ڇڏين. زميندار جي حڪم تي ڪمدار. اهو احساس هجي تہ فصل پرجي ويو تہ موگي کي ڇاپَ ڏياري پڇڙي ڏي پاڻي اچي وڃي. اها نيت تہ پڇڙي وارا زمينون وڪڻن. منڍ وچ وارا زمين وٺن.

نوٽ: اڳوڻي حڪومت وقت وڏي وزير غلام رحيم نوهڙي صاحب. رينجرس وارا مقرر ڪيا. سي پڪن روڊن تائين تہ اچن تن کي ايس ڊي او ونيو وجن شهر پنهنجي آفيس ۾. رينجرس وارن کي کهڙي پئي آهي واهن شاخن جي ڪچن پَٽڙن جي ڏڏڙ ۾ پرجڻ پَچڙن تائين وڃڻ.

# ڪارو ڪاري بابت

ڪجهه ننڍڙا نڪتا بيان ڪجن ٿا. ڳوناٺي عورت لاءِ اڻ ڪنيءَ جو موت 1977ع کان وڌي ويو آهي. گهڻو ڪري پنهنجي مريءَ مرڻ ڪونه ٿئي ٿو. يعني طبعي موت (1) اتر سنڌ ۾ ڪاريءَ جي صورت ۾ (2) ويم جي صورت ۾ (3) غربت جي سبب ڪاڌي خوراڪ جي کوٽ ڪري بيمارن جي صورت ۾. چوته صحيح سنو ڪاڌو پيتو سرير جا بنيهه گهر پري ٿو. مهري سان حياتيءَ ۾ ڪيترن ناحقي نمونن سان ظلم زيادتي روا رکي وڃي ٿي. ڪاري شڪ تي مارڻ ڪيڏو ڪيس (قهر) آهي.

سالڪن جي سمجهاڻي آهي ته "ڪنين ٻڌيءَ جو ويساهه نه ڪجي. اکين ڏٺيءَ جو تپاس ڪجي." اکين ڏٺي مک ڳسي ڪانه ٿيندي پر اکين ڏٺيءَ جون به الڳ الڳ نوعيتون آهن. سئو تي نوي مرد ڪارا آهن. ڪاري مڙس کي جوءِ ته ڪانه ماري ٿي. ڪاري مڙس کي به مارڻ گهرجي. پر قدرت بنا ڪنهن کي به حياتي وٺڻ جوحق ڪونهي. مرد جي فطرت ظالماڻي آهي. مهري جي فطرت نڌر نماڻي آهي خرابي جي پاڙهه مرد آهه ۽ نه مهري. چو ته مرد زبر آهي زور آور آهي ۽ مهري زير آهي ڪمزور آهي. ڪمزور ڪيئن خرابي ڪري سگهندي؟ زور آور ئي هر طرح جي زور زبردستي ڪندو آهي. ظلم قتل غصب، ڪذب ڪندو آهي.

مرد مهري حياتي جي گاڏيءَ جا به ڦيٿا آهن. هڪ ڦيٿو جڏو هوندو ته حياتي جي گاڏي خوش اسلوبي سان هلي نه سگهندي. حياتي گذارڻ جي جائز حقن جي عورت پاڳي پائيوار (حصيدار) آهي.

عهد وفا انساني اوصاف آهي. شادي پرڻي جي عهدوفا لاءِ ڇهن ڄڻن جي رضامندي ضروري آهي. ڪنوار جو ماءُ ۽ پيءُ جيئرا نه هجن ته ويجها ٻه وارث گهوٽ جو ماءُ پيءُ جيئرا نه هجن ته ويجها ٻه وارث ۽ گهوٽ ڪنوار. اهي ٽيا ڇهه عدد.

ٻنهي جو وڏي ۾ وڏو حق آهي. هڪ عورت ٻيو مرد. هڪ عورت پرڻي جي عهدو وفا جي بي وفائي ناهي ڪرڻي. ڪاري شڪ جي حالت ۾ هرگز نه ۽ پڪ جي حالت ۾ يعني اکين ڏٺي مک ڪنهن کي نه ٿيندي. پر شرط اهو ته پاڻ ڪارو آهي ڪيس مارڻ جو ڪو حق نه آهي. طلاق ڏئي ڇڏي ۽ خود ڪارو ۽ غيرت پرست ٿو پاڻ کي سمجهي. پاڻ ڪارو هوندي خود کي صاف ٿو سمجهي ۽ عورت کي ڪارو. تون تڏهين صاف آهين؟ جڏهين تو خود ڪڏهين زنا نه ڪيو هجي پرڻي ڪان پوءِ به زنا ڪرين ٿو؟ قتل ڪرڻ جي لائق ته پاڻ آهين. پر هيٺي نِڌَرَ ناريءَ کي ناحق قتل ڪرين ٿو. غيرت مند اهو آهي جو پاڻ ڪارو نه هجي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي پاڻ ڏس؟ بي وس ڪمزور جنس کي قتل ڪرڻ ڪميڻپ آهي.

# نقلي دوائن جي ناقتَ

يورپي قومن جي هر هڪ ملڪ ۾ هر ملڪ جي سرڪار پنهنجي قانون تي عمل پيرا آهي. هر ملڪ ۾ دوائن جي ڪمپنين جا ڪارخانا/فيڪٽريون نقلي دوائون بلڪل ناهي نٿيون سگهن. هر نموني جي ڪارخانن ڪري گدلاڻ وڌي وڃڻ ڪري فيڪٽرين جون شاخون ايشيا ۾ لڳايون آهن. جتي پورهيت يعني مزدور سهانگو يعني سستو ملي پيو ۽ ايشيا جي ملڪن ۾ قانون تي عمل نه هجڻ ڪري نقلي دوائن جي ناهڻ تيار ڪرڻ جي بيکهي لڳي پئي آهي. پاڪستان جي نالي واري فلمي ايڪٽريس ميڊم نورجهان علاج لاءِ لنڊن وئي. هتان جون دوائون ٻه ساڻ کڻي وئي. جيڪي اتي تپاس ڪرڻ بعد سڀ نقلي نڪتيون.

# غير حقيقي نشان

چنڊ تارا، ٻه ڪنڊو تارو، صليب ڪهڙي ڪم جا. انهيءَ ڪان ته ڪوڏر، ڪهاڙي، ڏاٽو، هتوڙي نوس حقيقي آهن. انسان جي ڪم جون شيون آهن.

- پنجاب معنيٰ وفاق، وفاق معنيٰ پنجاب. وفاقي حاڪم، سنڌي قوم جي نقصان ڪندڙ ڪمن ۾ سنڌي وزيرن، سنڌي آفيسرن، سنڌي پوليس وارن، سنڌي سردارن ۽ سنڌي ڏاڙيلن کي ڇوٽ ڇڏي ڏنو آهي، جنهن ڪري اهي، سنڌي قوم جي بربادي جو وڏو ڪارڻ بڻيا آهن ۽ اهي سنڌي وزير، آفيسر، پوليس وارا، سردار ۽ ڏاڙيل سنڌ ۾ پنجابي، پناهگير ۽ مهاجر جي فردن جو نقصان تا ڪن ته حاڪم وفاق موجود تو هٽيو، اتر سنڌ ۾ ته ڏاڙيل عناصر سردار عناصر کي ته ڇيڪ ڇڏي ڏنو آهي، انهن تي ته ڪو قدم نٿو کڄي. سنڌي قوم جا حق گهرندڙ، پرامن مظاهرا، جلسا جلوس ڪندڙن تي موچڙا مسار، قيد بند، ظلم بيحد ڪنيي ڪنيو وڃي ٿو. بي ڏوهه. بي خطا وارن کي ڇيچلائي ماريو وڃي ٿو. عدالت ۾ ڪين پيش نه ڪيو وڃي ٿو. جيلن ۾ نڪ ناسن ۾ نسوار. ڇن جو پاٽي ناتو وڃي ٿو. هڏگڏ پڳو وڃي ٿو، انڌو جڏو ڪيو وڃي ٿو.

## سرڪاري سول اسپتالن جي عملي جي بداعمالي

سرڪار پاران بيمارن جي هر ضرورت لاءِ سڀ ڪجهه ملي ٿو. هر ضرورت جون دوائون، ڪاڌو خوراڪ، بيمارن جي سک آرام لاءِ سامان، پر سرڪاري ڊاڪٽر سڀ وڪڻيو ڇڏين خانگي ميڊيڪل اسٽور وارن کي ۽ ڊاڪٽر ڊيوٽي جي رڳو خاناپوري ڪري پنهنجا ذاتي ڪلينڪ کوليو وينا آهن. اسپتالن جا پارڪ گل قل، ڇٻر، وڻ سڀ ڪجهه ختم،

مسڪين ماڻهن جي آپريشن بابت اخبارن ۾ خبرون ايندڙيون آهن. پيٽ ۾ ڪپهه، قينچيون رهجي وينديون آهن. جام شورو اسپتال حيدرآباد ۾ ڏٺم ڪِنَ سِنَ بدبوءِ پانَ پچڪاريون، پَنَ پَنَ ديوارين. ڊاڪٽر نرسون ڪچهري جي گفتگو ۾ مصروف، ۽ اسپتال جا پنگي بيمارن کي سنڀالي ڏيون هٿن، چاڙهڻ جو ڪم ڪن. مسڪين مريض جو آپريشن ٿيٽر ۾ آپريشن ڪنهن ٻي بيماري جو ۽ بيمار جي هڪ ٻڪني جي چوري ڪئي وئي. سَ ٻُڪني لکن روپين ۾ ڪنهن ساهوڪار بيمار کي لڳائي وڃي ٿي.

آپريشن ٿيٽر ۾ زوري زنا

ميرپورخاص جي سول اسپتال ۾ ڇاڇري جي 16 سالن جي قائما ڀيلڻ کي نَڪَ جي آپريشن لاءِ ٿيٽر ۾ آندو ويو. قائما ڌيءَ نَنُو ڀيل جي اوٽي ٽيڪنيشن سائنس زوري زنا جي ڪوشش ڪئي. قائما رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون. آنَ تي اوٽي ٽيڪنيشن ۽ ٻئي عملي نيگريءَ جون ٽنگون ٻانهون ٻڌي ڪيس ڪُتُو شروع ڪيو. ايتري ۾ ڊاڪٽر اسلم پهچي ويو جنهن نيگري جي عزت بچائي ورتي نيگريءَ جي مائٽن ڪرشن ڀيل کي اطلاع ڏنو آهي هن ظلم بابت. تاريخ 1999-09-20 جو هي واقعو آهي.

نوٽ: وڏي اسيمبلي ۾ هي بل پاس ڪرڻ گهرجي ته آپريشن ٿيٽر ۾ مريض جو هڪ مائٽ موجود هئڻ گهرجي.

- مرضي جو مالڪ ماڻهو ٿي نٿو سگهي. مرضي هلي ته پوڙهو ٿي نه ٿئي.
- ماڻهون ماڻهون جو مريد نه، دوست هجي.

- ماني ۽ جاني بنا ٻيو دنيا ۾ رکيو ئي ڇا آهي. زندگي جي ضرورت ضروري، ماني مرد مِهرِي
- محبت جو مزو سِڪَ ۾، ماني جو مزو بُکَ ۾.
- ٻوڏ جو پاڻي هميشه کان هيٺائين ٻوڙيندو آهي.
- سُکي ٻه پُڇڙي، ٻُڌي ٻه پُڇڙي.
- ڪنهن به قوم جو اقليت ۾ اچڻ، پنهنجي ملڪ جي مالڪي وڃائي ويهندي. رڳو ٻولي قائم رکو، اوهان قائم رهندؤ. قوم ٺهندي آهي ٻوليءَ سان، قوم کي قائم دائم رکڻ جا ٻه طريقا آهن، تعليم ۽ اڪثريت. تعليم ۽ اڪثريت کي وڌائيندا وڃو ته رهندي دنيا تائين توهان قائم دائم رهندؤ. فرد فاني آهي. قوم دائمي آهي.
- سنڌي عجيب قوم آهي. جيڪا سنڌي ٻولي ۽ سنڌ وطن کان بي حُب قوم آهي. وطن جي حُب ايمان آهي. وطن جي حُب بنا حيوان آهي.

## پناڻ سرحد جا مالڪ پاڻ

سرحد وارا پناڻ عملي طرح آزاد آهن پاڻ. هڙ قومي حق هن کي حاصل آهن. سيني سرڪاري کاتن ۾ پٽيوالي کان چوٽي تائين سڀ آفيسر پناڻ، ڪارخانا مالڪ به پناڻ نه مزدور به پناڻ، زميندار به پناڻ نه هاري به پناڻ. شهري آبادي به سڀ پناڻ، سرحد ۾ BBC نمائندا به فقط پناڻ، جن جي اردو اهڙي نَر کي مادي، مادي کي نَر. پيي ۽ ٿي جو اڪر ته ڳالهائي نه ٿا سگهن، افسوس ته بلوچستان ۾ به BBC نمائندا پناڻ، سملنگ ۾ خود مختيار پناڻ، پنجابي کان هر حصي مان حصو

چڪيو وٺي پيو پنان. يورپي راندين ڪروڙ ڪمائڻ جون رانديون خاص ڪرڪيٽ ۾ حصيدار. حصو چڪيو وٺن پيا پنانڻ.

پنجابي چند ڏسٽي ڪاميٽي جي ملن جي پنيان ڪونہ هلن پناڻ پنهنجي مرضي مطابق عيدون ڪن پنانڻ. سپاهيءَ کان I.G تائين پناڻ سرحد جا گورنر بہ پناڻ. سولجر کان جنرل تائين بہ پناڻ سنڌ بلوچستان تي پنجابي حاڪم جي سرڪار. سنڌي بلوچ طابعدار سرحدي پناڻ خود مختيار. هٿيارسازي جا ڪارخانا بنا پروانے هٿيار بجلي بل، ڀاڙا مارڪيٽ. ٽيڪس کان آگونو. هٿيارن هيروئن جو خوب ڪاروبار پنجابي وفاق جي ” ويٺي“ جي مٿن نہ آهي مار، پختون آهن بيشڪ با اختيار

## پنجاب جي بادشاهت

سَندُسَ سنڌ ۽ بلوچستان بيٺڪ. جناب نواز شريف صاحب کي بہ پيرا اقتدار جو وارو مليو آهي. هن ڪڏهين اِها صوبائي خودمختياري جي موناڻ جي ڳالهہ نہ ڪئي. اٽلو روڊ ٽيڪس ۽ لوڪل گورنمينٽ جا ٽيڪس بہ مرڪز ۾ ڪٺي ويو يعني پنجاب بادشاهت ۾. اڄ اهو نواز شريف صاحب جمهوريت جو وڏو داعي آهي.

عهد وفا انساني اوصاف آهي. شادي پرڻي جي عهدوفا لاءِ ڇهن ڄڻن جي رضامندي ضروري آهي. ڪنوار جو ماءُ پيءُ جيئرا نه هجن ته ويجها به وارث گهوٽ جو ماءُ پيءُ جيئرا نه هجن ته ويجها به وارث ۽ گهوٽ ڪنوار. اهي ٿيا ڇهه عدد.

بنهي جو وڏي ۾ وڏو حق آهي. هڪ عورت ٻيو مرد. هڪ عورت پرڻي جي عهدو وفا جي بي وفائي ناهي ڪرڻي. ڪاري شڪ جي حالت ۾ هرگز نه ۽ پڪ جي حالت ۾ يعني اکين ڏٺي مک ڳسي نه ٿيندي. پر شرط اهو ته پاڻ ڪارو آهي ڪيس مارڻ جو ڪو حق نه آهي. طلاق ڏئي ڇڏي ۽ خود ڪارو ۽ غيرت پرست ٿو پاڻ کي سمجهي. پاڻ ڪارو هوندي خود کي صاف ٿو سمجهي ۽ عورت کي ڪارو. تون تڏهين صاف آهين؟ جڏهين تو خود ڪڏهين زنا نه ڪيو هجي پرڻي ڪان پوءِ به زنا ڪرين ٿو؟ قتل ڪرڻ جي لائق ته پاڻ آهين. پر هيڻي نڌر ناريءَ کي ناحق قتل ڪرين ٿو. غيرت مند اهو آهي جو پاڻ ڪارو نه هجي پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي پاڻ ڏس؟ بي وس ڪمزور جنس کي قتل ڪرڻ ڪميڻپ آهي.

## سنڌي تعليم يافته نياڻين کي اپيل

سنڌي تعليم يافتا عورتون سنڌي قومي دائري مان نڪري غيرسنڌي مردن سان شادي ڪن ٿيون. سنڌي وڏن ماڻهن جي تعليم يافته ڌيئرن بني اسرائيل سان به شاديون ڪيون آهن. سنڌي قوميت جي دائري مان ته نڪري چڪيون. پر اسلامي دائري مان به نڪري ويون. نياڻين کي تعليم علم جي زيور سان سنواريجي پر نياڻيون اخلاق حياداري سنڌي قومي دائري اندر رهن. سنڌي قوم کان ٻاهر نه نڪرن. مائٽ جي ڪم جون رهن. اخلاق حياداري سان گڏ قوميت جي تعليم سان تيار ڪجي نياڻين کي. يورپي قومن جهڙي چڙواڳي انساني اخلاق حياداري ختم ڪري ڇڏي ٿي. حيواني چڙواڳي اگهاڙپ هجي ٿي. شادي ڪرڻ جي معاملي ۾ سنڌي قوم مان ٻاهر هرگز شادي نه ڪجي. اها منهنجي اپيل آهي تعليم يافتا نياڻين کي. اردو، مهاجر نياڻيون سنڌي مرد سان شادي ڪن ٿيون ته سنڌيءَ وارو گهر سارو اردو ٿيو وڃي. يعني اردو ٻولي جو واڌارو ٿيو وڃي. سنڌي نياڻي اردو مهاجر يا پنجابي يا پٺاڻ يا ايراني يا عرب، يا افريڪن سان شادي ڪري ٿي ته سندس ٻار ٻچا سنڌي ڪونه ڪندا. سنڌي نياڻين کي زوردار اپيل آهي ته سنڌي قوميت جو وقار رکو. پاڪستان ٺهڻ وقت غيرسنڌي قومون سنڌ ۾ آيون سڄون مفلس مسڪين. سنڌي قوم هئي سکي ستابي. پناهگيرن، پنجاپين سگ، نينگريون ڏنيون ٿي سنڌين کي. پاڪستان جي سٺ سال بعد سنڌي ٿيا سڃا ملفس هاڻي سنڌي ماڻهو نياڻيون ڏين پيا اردو، مهاجرن، پنجابين، پٺاڻن کي.

# نقلي دوائن جي ناڦتَ

يورپي قومن جي هر هڪ ملڪ ۾ هر ملڪ جي سرڪار پنهنجي قانون تي عمل پيرا آهي. هر ملڪ ۾ دوائن جي ڪمپنين جا ڪارخانا /فيڪٽريون نقلي دوائون بلڪل ناهي نٿيون سگهن. هر نموني جي ڪارخانن ڪري گدلاڻ وڌي وڃڻ ڪري فيڪٽرين جون شاخون ايشيا ۾ لڳايون آهن. جتي پورهيت يعني مزدور سهانگو يعني سستو ملي ٿو ۽ ايشيا جي ملڪن ۾ قانون تي عمل نہ هجڻ ڪري نقلي دوائن جي ناهڻ تيار ڪرڻ جي بيکهي لڳي پئي آهي. پاڪستان جي نالي واري فلمي ايڪٽريس ميڊم نورجهان علاج لاءِ لنڊن وئي. هتان جون دوائون بہ ساڻ کڻي ٿي. جيڪي اتي تپاس ڪرڻ بعد سڀ نقلي نڪتيون.

# موت منظرن جا فوٽو

دنيا جي ملڪن جي ماڻهن جا نمائش، نظارن، نزاڪتن، سونهن حسن جي مقابلن جا فوٽو هر نموني جي خوشين جا فوٽو پنجاب ۾ عورتن جي حسن جي مقابلن جا فوٽو سنڌ ۾ سنڌي غلامن جي مارا ماري جا فوٽو سنڌي عورتن سان زنا زوري جا فوٽو ڪارو ڪاري جي جنازن جا فوٽو. قبيلائي جهيڙن جي خون قتلن جا فوٽو. بک بي روزگاري سبب زهري ڦوهارن جي ميتن جا فوٽو. دڪاندارن جي مظاهرن، جلوسن هڙتالن، بک تاڙن، ڌرڻن جي منظرن جا فوٽو.

# انگريزدان سنڌي سڄڻن کي اپيل

جيڪي سنڌي يورپ ۽ امريڪا ۾ رهن ٿا ۽ باقي دنيا جي جن بہ ملڪن ۾ رهن ٿا اتي جي انگريزي اخبارن، رسالن ۾ مضمون لکن سنڌي قوم سان سنڌ ۾ ظلم، زيادتين بابت، سنڌي قوم جو ڪيس دنيا کي پيش ڪن. سنڌ جو ڪيس مڃرائن

## حياتَ جي ڳُجهارتَ جو حل

ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي. هِڪڙيءَ ڪري هِنَ جو حل ٿيو پيو آهي. تہ " حياتي هيرو آهي. هڪ پيرو آهي" جنهن ڪري هِتي خلق خدا جي خدمت اِها آهي حل جي صورت. ٻِيءَ ڪري ڪنهن ريتِ هُـيءَ ٻُجهـي نَـتِي سـگهجي ڳُـجهارَتَ.

## حَياتَ جي مُدتَ

حياتي عمر ساري چل پل جو چِٽڪو يا راند رئوُنشو
يا هوا جو جهوٽو يا پاڻيءَ تي ڦوٽو

## حَياتَ جي دنيا

حَياتَ جي دنيا جنگ جي جاءِ آهي هر حَياتَ واري شئي ۾ رات ڏينهن جنگ جاري آهي.هتي جڏو ڪاڇي ٿو جابرڪائي ٿو.هَر حَياتيِ ۾ هيٺي تيَ حملو آهي. هيٺئُو تيِـنُ تہ جِنُ شڪارُ تيِـنُ .

جيوڙي مان حِـيوَت. حِيوڙي مان موت
يعني حياتي حياتيءَ مان تي جاري
حياتي حياتيءَ کي ستي ماري

حيات جي دنيا ۾ فائدي جو حصو ٿورو
چيهي گهاٽي جو گهڻيرو

ڪنهن کان ٻڌ ڪجهه ته سگهي.
جنهن کان ٻڌ جو پڇي سگهي
ڪنهن کي ٻڌ ڪجهه سُجهي سگهي
ته عام حياتي جي فائدي جو ڪري.

عام جيئري انسان تي ڪيڏو ڪيس ڦهر پيو ٿئي.
قبرن، قبن، ڪوٺن مڪانن تي ڪيڏو خرچ پيو ٿئي.

## حيات هڪ راز

پاڻ هوندي ۾ هليو وڃي ٿو
ڪٿان آيو ڪيڏهان وڃي ٿو
ناهي مان آيو ناهي ۾ وڃي ٿو
حيات جو ڳُجهه اجان راز ئي رهي ٿو.
پهرين پکي يا اول آنو ٿيو؟
ذرتي مٿي حياتي ڪيئن ٿي پيدا؟
اها حقيقت پنهنجو پاڻ ڄاڻي خدا.

آئون ئي ته حياتي آهي.
آئون ئي ته انسان آهي.
حياتي الله وٽان امانت آهي.
ان جي خدمت وڏي عبادت آهي.
حياتي جي هر گهڙي نعمت آهي

حبيبَن جائي کان اڳ تيئَن مئي کان پوءِ
نہ خيال نہ خواب، نہ خودي، بي وجودي جي نابودي
حياتي هُونءَ ئي تورِي جا رسمن ۾ سُپوري،
حياتي هڪ پيرو نہ ملندي وري
جواني جهڙي نہ ڪا شئي پياري،
!ي ڪاش؛ جواني هِي ها دوبارِي

انساني ناتي انسان تيو
نہ مذهبي ڌرمي ناتي نادان تيو
هيءَ جا حياتي آ هيرو
جهيڙن ۾ وڃائي نہ زيان ڪيو

ساڳوٽِي ناهي تِيٽِي
سپ ڪجهہ ويندو وڃي پيو
پري ٿيندو وڃي پيو
واپسي جي واٽ ڪانهي
وري ساڳوٽو نہ تيو نہ ٿيندو

اِهي تارا اِئين چمڪندا رهندا اِتي
پر پاڻ نہ هُوندا سين هِتي
حياتي هيرو هڪ پيرو
جا وري ملندي ڪِتي

حياتي سُورُ ساري
جيَمَڻَ کان مرڻ تائين سچو سَرِيرُ سُورَ جو گهر
۽ سرور "ن" جي برابر
پَرَ سُورُ جيڪو شروع کان حياتي جو ساٿي آ
سو وڌندو ويندو مَرَڻَ گهڙيءَ تائين آ

## حياتي جو عذاب آهي غلامي

حياتي هُون ئي سُورُ ويتر غلامن جي غلامي ڇڏيو ساڙي
غلاميءَ جي ڳَٿَ ڇڏيو ڳاري
بي روزگاري اَج بک بيماري ڇڏيو ماري

حياتيءَ جي پڇاڙيءَ جي ڏَپَ ڏُونڊِ جي
حياتي جي پڇاڙي جي صورت هڏن جي
آخر هڏا به ڳري وڃن ٿا پُري
اڳ به هئي مٽي پوءِ به ٿي مٽي
هاڻي ۽ هجڻ رير وڃان نکري
حياتي هڪ سفر موتَ آنَ جي منزل

# متفرق شاعري

انسان خود جو خود ڪيو آهي زيان
ذرمن ۾ منجهي ٿا هيون پرارٿنيائون انسان
انساني فائدي سندي ٿوس شئي سا ته ٿا هي ڪانه
نه دوائون نه سک سهولت جو سامان
رکو اجاين عقيدن ۾ اڙجي، انساني اوصافن تي نه پهتو انسان
انسانيت جي ابت غلط ڪاريون ڪري هردم آهي پريشان
عقيدن جي رسمن ۾ رنڌجي ويو رهجي
انساني منزلت ڪان انسان

سڀ اڙيل، آزاد ڪوبہ ڪونهي

ڪي پٿرن ۾ اڙيل، ڪي مورتين ۾ اڙيل
ڪي ڪونن ۾ اڙيل، ڪي پنن ۾ اڙيل
ڪي ڪانن ۾ اڙيل، ڪي ڪپڙي ۾ اڙيل
ڪي قبرن قبن ۾ اڙيل، ڪي پيري مريدي ۾ اڙيل
ڪي ذاڪرن، ملن، مولوين ۾ اڙيل، ڪي فرقن ۾ قاتل
ڪي وارن ۾ وچڙيل، ڪي ڪاڳرن ۾ اڙيل
ڪي اکرن ۾ اڙيل، ڪي ڪوڙي ڪامريڊي ۾ اڙيل
ڪو واندو، "واحد پرستي" لاءِ ڪونهي
نه ائون، نه تون، نه هي، نه هو، سڀ اڙيل آزاد ڪوبہ ڪونهي.

# دامن صاف سنڌي

دامن صاف سنڌي، انصار جي ڪردار وارا سنڌي
ننڍي ڪنڊ ۾ 1857ع جي بغاوت جا غدار نه ها سنڌي
انگريز جي ڪهاڙي جا دستابردار نه ها سنڌي
ڪعبت الله، روضا رسول الله صه تي گوليون هلائيندڙ نه ها سنڌي
جناب محمد علي جنا صاحب سان بي وفائي ڪندڙ نه ها سنڌي
لياقت علي صاحب کي قتل ڪرائيندڙ نه ها سنڌي
محترمه فاطمه صاحب کي شهيد ڪرائيندڙ نه ها سنڌي
بلڪل دامن صافو صاف آهن سنڌي
تازه دين پسند نه آهن سنڌي.

سنڌي قوم جو آزادي بعد حال
سنڌي مسلمان کي واٽين ڦري ڪيو هو ڪنگال
پر آزادي بعد ڪهڙا ٿيا خوشحال
اڳ پاڻي، کير، مکڻ، اٽو هوندو هو آل جال
اڄ اٽي ۾ آزرت، بک، بيمارن ۾ بي حال
سنڌي تعليم بند ڪري زبان زائل ڪئي هرسال
ساڻن تعصب جي هلت نوڪرن مان نيڪال
اهو آهي سنڌي قوم جو آزادي بعد احوال

سنڌ جي شهرن ۾ غيرسنڌي ٻوليون سڻون پيا
سنڌي ٻوليءَ جي ٻڙڪ نه ٻڌون ٿا

سنڌي ٻولي وِڃائي آهيون ويٺا
سنڌ ۾ رهي سنڌ کي ڳوليون پيا.

رهندي دنيا تائين سنڌ زمين سنڌ ٻه هوندي
پر! سنڌي ٻولي نه رهندي
رت گوشت سَرِسَ سندا سنڌي ٻه هوندا
ڪاٻه قوم زبان سان آهي زنده رهندي.

سنڌ آزاد ٿيندي ڪيئن ٿيندي؟
سنڌي ٻولي ڪان آزاد ٿي ويندي

ڪاٻه زبان منجهان آسمان نهي نڪي ڪانه آئي
جتي جي خطي جي رقت ٻئي جيئن قدرت زبان اٿلائي

سنڌ وطن آهي وطن جي حب آهي ايمان
انسان جي اهم آهي زبان
ٻنان علم ۽ زبان جي آهي حيوان

قوم قائم رهندي ٻولي زبان سان
زبان زنده رهندي تعليم سان
سنڌي قوم کي ڪهڙي آزادي ملي؟
غلامن جي غلامي ملي
انگريز جي غلامي هزار پيرا هئي ڀلي

سنڌ جي شهر ۽ ڳوٺن جي ڌرتي هٿئي بولي
مال ملڪيت جي لٽ هٿئي گهٽ
اُن آئيندو هو اُن انا سنڌ تي خرچ ڪندو هو

ازادي بعد قوم سنڌيءَ جي ڌرتي گهٽ ٿئي
ڌرتي ڏٺي تيا نادار نڌڻڪا
تنزل آيا تڙجي، ٿي ويا ڌرتي ڏني

سنڌ پلاٽ تي وڪامي وٺي ڌارين کي ڏني
سنڌين لاءِ ٿي وئي ناماڻي ڌر، تني
تنزل آيا تڙجي، ڌرتي ڇاڙ ڪي پيا تڙيل
نئي ناني ويڙهو" ڪري ڪن پيا حصا ٿئي

سنڌ جي واڳ ڌارين وس سنڌڪا پاڻ وهيتي
ڊول سپاهيا تيا راڳ ڏٺي
سنڌ ڌاح ۾ ڏني اٿن ايم ڪيو ايم کي هاٿي
تڙيا تڙجي آيا سنڌ ڏنن پناهه گهٽي
سنڌي زبان زبح ڪئي نيت ظالماڻي

قوم هوندي آهي بولي زبان سان
جهان ۾ جيئڻ آهي قومي تشخص شان سان
پيٽ تي ڪتا به پيا پنارين
پر کهڙو جيئڻ غلامي جي زندان سان

سنڌ ڌرتيءَ تان سنڌي وڃي سِرڪندي
وارِيءَ وانگر وڃي گهرڪندي
ماءُ جي جهولي ۾ جنهن ٻولي جي ملي لولي
تنهن ٻوليءَ سان بي وفائي ڪندڙ سو ڦُرُ نه حلالي

وڏو آهي هي ارمان دوستو
سهسين سال گذري ويا انسانيت جي منزلت تي نه انسان پهتو

انسان فطرت خلافي ڪندو وتي وڌ تر
حيوان ۾ به خوبيون و هوا جي آهن بهتر
نه هم جنسي ڪري، نه پنهنجي مادي سان زور زبر

اي انسان؟ توتي اٿم ارمان
پاڻ جهڙي کي رسمن تي مارين ٿو مرين ٿو
حق کان آهين نافرمان
شيعا، سني، ديوبندي جي فرقا بندي جڏي هڪ مسلمان ٿيو
سڀ دُو يُون دور ڪري مومنيت اختيار ڪيو
حق موجود، سدا موجود اهو ئي رستو صداقت جو

جتي هوندي حياداري تتي ڪو فعل نه ٿيندو غيرفطري
نه هوندو ظالم، قاتل، غاصب، ڪاذب نه زناڪاري
نه چوري، نه رشوت خوري، نه ڦُر، نه ڦورو نه زوري
وَهُوا هوندي وَهنوارَ جي ايمانداري

حيات جي دنيا جو دين اعليٰ آهي "انسانيت پرستي" اي دوست دلدار
دنيا ۾ ڏار ڏار ڌرمن جي دوئي ڪري عالم اڄ تائين نہ ڪيو اختيار
ننڍيون ننڍيون دويون دنيا ۾ تہ اهن اڪيچار
جن بابت ڪيتري ڪري ڪيتري ڪجهي گفتار
بيائي جي وائي ۾ تعصب ڪيو آهي تباهہ سنسار

## انسانيت ۾ بيائي جا بہ ڪارڻ

ڏار ڏار ڌرمن جي قبولداري
ملڪيت دولت جي آهي نا برابري
انهي بنهي وڏي وڏي آهي انسانيت ۾ گهاري
جنهن ڪري لڳي پئي آهي اُوندا انل جي اندوڪاري

هر گهڙي هر پل ٿيندو رهي تو بدل
خالق توکي خلقيو آهي سهڻي ساخت تي ادل
منهن مهانڊي جي جتي صورت نهي سا ناهہ نہ ڪر نقل

سڳهي جو سنسار آهي
جڏي جو جيئن آزار آهي
مسڪينا مار اهي
هتي هڪڙا ڪائن تا. هڪڙا ڪاڄن تا
هرڪو طاقتور جو طابعدار آهي

هتي ڪڏهن جمهوريت آئي يار؟
جو اسين جمهوريت جي ڳالا تا ڪيون هر وار
هتي اصل حاڪم آهي، بندوق بردار
جنهن جي سليڪشن جا جوڙ توڙ ڪري ڪوڙا نشر نتيجا ڪوڙي سرڪار

## جيئڻ جو آهي عذاب غلامي

شاهه، سچل، عنايت، بلاول، سورهيه بادشاهه ۽ سامي
توسان آهن هر ڪلامي
پيچ ڪڙا غلامي

عيد، عيد آهي ڇا عيد.
غلامن جي ڪهڙي عيد، آزادي آهي عيد

## وطن جي حب آهي ايمان

سنڌ وطن آهي سندم بدن
سندس وڏو حق آهي متم
جتي ٿيو آهي جنم
جنهن جو پاڻي پيتم
سنڌو جو قسم

## حق سچ جو قسم

اي حق سچ تنهنجو ٿي تنهنجو قسم
اي قدرت تنهنجي حقيقت جو قسم
اعلي ديِن انسانيت جو قسم
هر هاريءَ جي محنت جو قسم
امن جهڙي امل وستو جو قسم
حضرت شاهه جي هدايت جو قسم
سنڌو جي ٿيِ سچ جو قسم
جيئڻ جو مزو آزادي ۾ آهي، آزادي جي نعمت جو قسم
پيو ڇا چوان، ڪيئن چوان نه ڪنهن جو قسم
اي حق سچ تنهنجو ٿيِ تنهنجو قسم

برصغير گڏيل حالت ۾ هجي ها
ته هندن کان وڙهي آزادي ونجي ها
ته حقيقت ۾ سا آزادي هجي ها
پٺاڻ، پنجابي، بلوچ سنڌي يڪ مشت ٿي وڙهن ها
افغانستان، ايران مدد ڪري ها
پوءِ ڇٿني قومن جا حق واسطا برابر هجن ها

## انگريز جو سلوث

انگريز جو قانون ۽ سلام
قبرن تي جوتن لتون لڳن صبح شام
اهو طريقو اسلام ۾ آهي حرام

سنڌي وزير صاحبان، بوليس طوطي جي زبان
طوطي کي جو پڙهائيو، سو ڪندو پيو بيان.

# سنڌ گل گلزار

اسان اڇي سنڌ ڪئي آهي گل گلزار
انهي گل گلزار جا هاڻي بڌو پارَ
پارڪن، رستن، روڊن جا وڻ وٽڪار
ڪيائون نناس نگهسو سار
چئونڪ، چئوسول، ڪندبون، پاسا روڊ گند ڍير انبار
گند جي سڳنڌ ۾ سڀ شهر خوشبودار
رستن، ديوارن، ڪندبن، فوٽ پاتن پان پچڪار
اهو اڇي ڪيو اتن سنڌ کي گل گلزار

سائي رنگ چڌي سنڌي قوم سڪائي
ڳونائو ڪمائي شهر تو ڪائي
جيڪبو ڪيڙي سو نپيو ڪائي
اها وڏي بي انصافي آهي
محترم ڪارل مارڪس سندو منشور صحيح آهي

ڪونين، ڪانين، قبرن، مندرن، جهر مر سُهائي
ايندن مسڪينن گهر اونداهي

گهٽي گذري وڃڻ وقت گهڙجو وڃن گهڙتون من گهڙت
يرم پورڙا سمجهن حقيقت

نوس حقيقت کان اُبتَ سڀ آهي غلط
اِهائي آهي انسانيت سان ڪوڙ ڪُپتِ

مظلوم جي مدد"نه ٿئي ٿي"
اي قادر قدرت تنهنجي هوندي مظلوم سان اِها ستم گري ڇو ٿئي ٿي؟

## سنڌ ملڪ هو

سنڌ ديس ويو، سنڌي ويس ويو
ملڪي حيثيت وئي، ثقافت وئي
سنڌي هر جنس وئي، سنڌي ختم ٿي بولي
سنڌي هجڻ جرم ٿيو، موت مقرر ٿيو گولي
ڪاش اسين پنجابي، پٺاڻ، پناهگير، مهاجر ٿي
سنڌ ۾ اچون ها، موج مرضي جا حاڪم هجون ها.

## گيت منهنجي ڳوندرَ جا

18 سال ڄمار، ڀِريِن نظر، ڀِريِون پيار
منڊ هٿي مينگهي ملهار
مور جي ٻولي، ڪوئل جي ڪوڪار، تاڙي جي تنوار
جو من گهريو، سو ٿي نہ سگهيو، جا سڪ منجهہ ساهَ، سا ٿي آهَ ۾ پوري،
بابا سنڌم شادي ڪرائي، شاديءَ جي عهد وفا ۾
ڏڪندي جُهڪندي جواني ٿي پوري،
هيءَ شاعري هڪ تصوراتي خيال آهي نڪا حقيقت پري

## مون کي نہ وسارجان

ڪوئل جي ڪوڪار آهي، منهنجي دل جي پڪار
جڏهين ڪوئل ڪوڪي، ياد ڪجان مونکي دلدار
ڪڪر چڙهن جڏهن، ياد ڪجان تڏهن
ٻوند ڦوهار آهي، منهنجي اکين جي ڏار
مور ٻولي ڪيهان، ڪيهان هڪ هُوڪَ آتي تهان تهان
تاڙي جي تنوار آهي منهنجي من جي تار
ڪوئل جي ڪوڪار آهي منهنجي دل جي پڪار

ڪوئل جي ڪوڪ ۾ ڪيڏي نہ سڪ آهي سمائي
ائين تو اندر ۾ اچي ساجن ڪي پئي سڏي
جڏهين ٻہ ٻوليائين، تنهنجي ياد آئي.

## برسات جي رات

ڪِنوڻ خوب چمڪا، گوندر گوڙ ڌَڌڪا
وِرهه ويرِ وَراڪا، درد دل دهڪا
اندر آڌما، تيا ساهه سُڏڪا
وريو واءُ وُڻي جو، تنهنجي آيو خوشبو کڻي
ويتر دل منتظر بي تاب بڻي
اي؟ هوا واپس وڃ وري پيغام کڻي
دل تي آئي تري تصوير هر وَرِي
توکي ساري گذري وڃي رات ساري

هڪ حسرت تمنا پڃري ۾ پني ڦٿڪي
جيئن سوامي سڪ جمنا راڌا رهي اڌوري سڪ ڪرشنا
مَن رولُو روح جيئن پنکي
تي نه پوري رهي اڌوري چاهنا

پهرين نظر توسان پيچ پاتو
تڏهين کر روحُ رهيو آتر
ساهه کان سڪ گهڻي اهڙو من آهي ماندو

اي ساجن ساٿي؟ توسان اهڙي دل ڦاٽي
جُدائي جي سدا رهي وٿي
توسان ملي سڪ نه لاٿي

جوانـــي ۾ جـــا دُوري تـــي
ســـڪي ســاهه پـــري پـــري آهـــه پـــوري تـــي
ســاجن ملـــڻ جـــي آس پريـــت جـــي پيـــاس
رهـــي ســـدا ســـاهه انـــدر اداس

پـــار ســـاجن جـــي فـــراق ۾ قـــران در در
مـــن ٿئـــي ديـــدار يـــار جيڪـــر

جيئـــن خيـــال پهچـــن ٿـــا پـــراهـــون
تيئـــن جيڪـــر پهچـــن پـــاهون
توکـــي پـــري پـــاکر ۾ ڪٽـــي وٺـــان آئـــون

ڏنـــم آيـــو ســـاجن ســـامهون هلـــي
ڏٺـــي در شـــڪراني جـــي جهليـــم جهولـــي
دل وئـــي دل ســـان ملـــي، اک کلـــي خـــواب هـــو

ســـڪ ۾ جـــي چيـــم ســـٽون
چيومـــانس جنـــم جـــيءَ کـــي آيـــون اتـــم جهٽـــون
ســـڪ ۾ ســـونگهيم واســـينگ وارن لٽـــون
اک کلـــي خـــواب هـــو

عمـــر جـــي ٿـــي آهـــي شـــام
ســاجن جـــي ســـڪ ســاهه کـــي تـــاڻي پئـــي تمـــام
ڪاش هجي ها بيو جنم . تنهنجي سڪ جي چڪ رهي ها مدام

# MQM جي الطاف حسين صاحب کي اپيل

جناب: پاڪستان ٺهڻ بعد توهان جي وڏن اتر هندوستان مان هجرت ڪرڻ شروع ڪئي. ريلون ڀرجي اچڻ لڳيون پاڪستان ڏي.
پاڪستاني پنجاب ۾ ريلوي اسٽيشن تي پنجابي لنيون بانسا ڪٺي بيٺا هندوستاني مهاجرن کي ريلن مان هيٺ پنجاب ۾ لهڻ نه ڇڏيو. چياٺون ته "پاڪستان اگون پاڪستان اگون" سنڌ جي ريلوي اسٽيشن تي سنڌي انصارن پٽن جون ديڳيون رڌي مهاجرن ڀائرن کي کارايون. اوهان کي معلوم هجي ته خاص پنجاب کان اورتي سرائڪي حصو سنڌ سان لاڳو آهي. سرائڪي به نرم دل ماڻهون آهن. سو سرائڪي حصي ۾ ڪي ٿورا گهڻا ڪٽيا مهاجر لٿا. جيڪي هن وقت سرائڪي ٻولي ڳالهائن ٿا. ۽ ڪوڪرا ڀار ڪان ته سڌو سنڌ ۾ ايندا ويا سندن خوب آجيان ڪئي بي وئي. سنڌ جي ننڍڙن شهرن قصبن ۾ مهاجرن ڀائرن کي انصار ڀائرن کير پيئڻ لاءِ ڏُهَلَ طور رڍ ، ٻڪري ، ڳئون ڏنيون (ڏُهَلَ جو مطلب ته کير ختم ٿيڻ بعد سو جانور موٽائي اصل مالڪ کي ڏبو) انصارن جي عورتن پنهنجي شادين جي موقعن تي آجياڻا گيت ڳايا "پناهه گير پرديسي پلي ڀائر آيا" جناب! اوهان جي زباني بيان بازي سنڌي قوم جي حق ۾ تمام زياده نٿي ٿي ۽ عمل اوهان جو سنڌي قوم جي تمام تر برخلاف ٿئي پيو. موجوده سنڌ جي حڪومت اوهان مهاجرن کي پاڪستان جي اصل پنجابي حاڪم با اختيار ڪري ڏني آهي. هن موجوده وقت سنڌ جي حڪومت اوهان کي ملڻ کان اڳ ٽيليفون جي خطابن ۾ اوهان فرمايو پئي وڏي عمر جي مهاجرن کي ته سنڌي پڙهو

اسان جو چوڻ آهي تہ وڏي عمر ۾ اوهان جا وڏا ڇا پڙهندا. مگر اوهان پنهنجي اولاد کي اردو سان گڏ سنڌي پڙهايو. سنڌي قوم جو اولاد سنڌيءَ سان گڏ اردو پڙهي ٿو پيو. سنڌ جي اسڪولن ۾ ٻارن کي چار ٻوليون لازمي پڙهايون وڃن ٿيون. سنڌي، اردو، عربي ۽ انگريزي غلام قوم سنڌيءَ جا ٻچا تہ چارئي ٻوليون پڙهن ٿا پيا، پر اوهان حاڪمن پنجابين ۽ اردو وارن جو اولاد سنڌي ڪونہ پڙهي ٿو. اسان يتيم انصار قوم جو عرض آهي تہ سنڌ جي شهرن مان سنڌي اسڪول ختم نہ ڪيو ڪنهن سالڪ جو چوڻ اهي تہ جنهن بہ قوم کي ختم ڪرڻو هجي تہ تنهنجي تعليم تباهہ ڪري ڇڏيو تنهن واتگر توهان انهي سالڪ جي قول تي پورا پورا عمل پيرا آهيو. سو سنڌ جي شهرن جي سنڌي اسڪولن ۾ سنڌي ماسترن جون نوڪريون ختم ڪري پنهنجا اردو وارا ماستر رکو ٿا. سي تہ سنڌ ٻاب اسلام جي بنيادي مسلمان انصار جي ڪردار وارن جي اولاد کي سنڌي ڪونہ پڙهائيندا. سنڌ جي موجوده اوهان جي حڪومت ڪان اول بہ پيرا اوهان جي سنڌ سرڪار ۾ شراڪت ٿي چڪي آهي جنهن ۾ اوهان جو وڏو مطالبو هوندو آهي تعليم جي وزارت وٺن جو. جنهن ۾ اوهان جي تعليم جي وزير جليل سعودي عربستان جدي ۾ سنڌي اسڪول ڪوڙا بهتان لڳائي بند ڪرايو. جنهن لاءِ يتيم قوم انصار جي محترم شفيق ڪانڌڙي صاحب وڏي جفاڪشي ڪري جدي وارو سنڌي اسڪول بحال ڪرايو. هر شئي جي حد هوندي آهي. حد ڪان بيحد هيءَ اوهان جي ايذي ٿي انصارن سان وري پيو گهمرو اوهان جي تعليم جي وزير قاضي خالد جدي وارو سنڌي اسڪول بند ڪرايو، جنهن لاءِ وري بہ محترم شفيق ڪانڌڙي صاحب تحرڪ وٺي

جڏي وارو سنڌي اسڪول بحال ڪرايو. هَهــَڙي ربيت هر وقت حد کان بيحد اوهان جون نوازشون نازل ٿينديون رهن ٿيون سنڌي انصارن تي. جناب ڳالهين جا آهن ذرا مڙني کي معلوم ٿي ويو آهي تہ اوهان سنڌي انصار قوم جا عملي طرح ڪيڏا تہ خيرخواه باعمل آهيو. اوهان جي عمل مان سنڌي قوم انصار سمجهي ويا آهن تہ جيڪي جڏي ۾ سنڌي اسڪول بند ڪرائن ٿا. سي سنڌ جي شهرن ۾ سنڌي اسڪول ڪيئن هلڻ ڇڏيندا.

جناب الطاف صاحب ڪراچيءَ جا سنڌي ڳوٺ شروع پاڪستان کان اوهان جي وڏي جناب لياقت علي صاحب. بيوفائي جناب محمد علي جينا صاحب سان ڪئي هئي ۽ ڳوٺ ڊهرائڻُ شروع ڪيا ها. اهو سنڌي قوم انصار کي آزاديءَ جو "انعام اول" ملڻ شروع ٿيو هو مهاجر پائرن کان.

ڪراچيءَ جي انصار مسلمانن جا گهر. ڳوٺ اوهان بہ ڊهرائڻُ شروع ڪيا آهن. سنڌي قوم انصار مان اسرائيل وارو عمل نہ ڪيو. جَهڙو عمل يهودي فلسطين ۾ مسلمانن سان ڪن پيا.

"اور اپني لوگون کو اپني وطن (گهرون) سي نہ نڪالنا (سوره البقره) اور اپني ۾ سي ايڪ فرقي کو ان کي وطن سي نڪال ديتي هو. گناهہ اور ظلم سي ان پر چڙهائي ڪرتي هو (سوره البقره) سنڌ جي ٻين شهرن مان بہ سنڌي انصارن جا گهر ڳوٺ ڊاهڻ جا حڪم اوهان جي گورنر جاري ڪيا آهن.

جناب الطاف صاحب؟ تازو توهان جي سنڌ حڪومت نوٽيفڪيشن جاري ڪري ڪراچي تعليمي بورڊ ڪراچي ريجن جي تعليمي نصاب مان سنڌي مضمون کي خارج ڪري ڇڏيو آهي.

الطاف حسين صاحب زباني ظاهرداري جو توهان حڪم فرمايو آهي. مهاجر عوام ڪي تہ حضرت شاهہ لطيف جو جشن ملهايو. سنڌي قوم حضرت شاهہ جي قوم آهي. سنڌي ٻولي، زبان سنڌي قوم جي آهي. "قوم تي قائم رهي جي زبان زنده رهي." زبان جو قتل ساري قوم جو قتل آهي. شاهہ جي زبان قتل ڪرايو ٿا ۽ ظاهر داري جو وري جشن ملهايو ٿا.

## زبانيءَ بيان بازي وارو ڀائي چارو:

جناب توهان جا وزير صاحبان ڀائي چاري جا وڏا ڪن پيا اعلان. ثقافت سياحت ۽ سماجي بهبود واري وزير رئوف صديقي ڀائي چاري جا مشاعرا ڪرائي پيو. جن جو مقصد امن اتحاد ۽ ڀائي چارو پيدا ڪرڻ آهي. هن چيو تہ سنڌ ۾ اتحاد يڪ جهتي جي فضا قائم ڪنداسين. سنڌي انصار قوم جا ڪراچيءَ مان ۽ حيدرآباد مان ڪوٽ ڊاهڻ ڇا اهو ڀائي چارو آهي؟

سنڌي فنڪارن جي بيماري ۾ علاج لاءِ ثقافت کاتي طرفان ڪابہ مدد نہ ڪرڻ. ڇا اِهو ڀائي چاروآهي؟

سرڪاري هر کاتي مان سنڌي ماڻهن کي نوڪرين مان ڪڍڻ. ڇا اِهو ڀائي چارو آهي؟

ڪراچي جي ڪارخانن مان سنڌي مزدور ڪڍڻ ڇا اِهو ڀائي چارو آهي؟

ڪراچي جي تعليمي ادارن مان سنڌي تڙي ڪڍڻ. ڇا اهو ڀائي چارو آهي؟

ڪراچي ۾ اندروني سنڌ جي شاگردن جي رستاروڪ ڪرڻ ڇا اهو ڀائي چارو آهي؟

اندرين سنڌ مان سنڌي آفيسر بدلي ٿي ڪراچي ۾ سندن اچڻ تي بندش. ڇا اهو يائي چارو آهي؟

اسيمبليءَ جا سنڌي ميمبر مارائڻ. تعليم کاتي جا سنڌي ڪارگر آفيسر مارايا ۽ مارائڻ. سنڌي ڏاها ، دانشور مارائڻ ڇا اهو ياٸي چارو آهي؟

ضلعن کي ٽوڙائڻ ، سٽي سڪار ناهڻ ، هيڪر تہ ڪراچي ۽ حيدرآباد سٽي سرڪار قائم ڪرائي آهي. جتي سنڌي ماڻهن جي ملڪيت تي قبضا ، روزگار تي لت شناخت جا ڪارڊ نہ ناهي ڏيڻ ، سرڪاري هر کاتي جي آفيسن مان سنڌي ماڻهو جي ضرورت جا ڪاغذ پٽ نہ ناهي ڏيڻ. آسرن ۾ رلائڻ ڇا اهو ياٸي چارو آهي؟

سنڌ جي سياحت ثقافت کاتي پاران ڪينجهر ڍنڍ ۽ آسپاس ۾ رهندڙ مقامي ماڻهن پاران روزگار لاءِ لڳايل هوٽلون ۽ هٽَ دُڪان ڍهرائڻ جو سلسلو شروع ڪيو آهي. ترقيءَ جي اوٽ ۾ مقامي ماڻهن جي روزگار تي لتَ هڻي وجي پئي ڇا اهو ياٸي چارو آهي؟

جناب اهڙو اسان کي نہ کپي ياٸي چارو.

مهاجر عوام جي حقن سان گڏ سنڌي قوم کي برابري جا قومي حق ڏيو ۽ سنڌ جي حقن لاءِ سنڌي قوم جي تحريڪن ۾ تهدل سچائي سان شريڪ ٿيو. خاص طرح ڪالاباغ ڊيم جي خلاف تحريڪ هلايو. ياد رکو ويهن سالن بعد سنڌُو درياءَ ۾ شهري آبادي جي پيئڻ جيترو بہ پاڻي نہ ايندو ، نڪو ساموندي پاڻي ايترو فلٽر ڪري سگهندئو ۽ نہ هر سال وسندي برسات نہ پربا تلاءَ.

پاڪستان ٽيلي ويزن جي ٻن چئنلز تي 24 ڪلاڪ اردو ۽ پنجابي اڌو اڌ هلي ٿي. پنجاهہ سيڪڙو اردو ۽ پنجاهہ سيڪڙو

پنجابي گانا . عنوان جو اعلان اردو سان ۽ گانا پنجابي . 24 ڪلاڪن مان هڪ ڪلاڪ خيرات ۾ 5 وڳي شام سنڌيءَ کي ڏنل هو. سو ڪرڪيٽ راند ٿيندي هئي ته ڪني ڪرڪيٽ لاءِ وقف ڪندا هئا يا ڪو مذاڪرو يا اهڙو ڪو ٻيو ته ـ سنڌي وارو ڪلاڪ ڪٽيو. محترمه بينظير صاحبه جي دور حڪومت ۾ ٻـ ڪلاڪ پروگرام سنڌيءَ جو ڪيو ويو. محترمه صاحبه جي سرڪار ختم ٿيڻ بعد سنڌيءَ جو وري منو ڪلاڪ ٿيو. جناب توهان جي دور حڪومت ۾ جشن آزاديءَ 14 آگسٽ 2007 تي سنڌي پروگرام بلڪل بند ڪرايو ويو.

مهاجر ڀائرن ڪان سنڌي انصارن کي هر وقت سٺو سلو ملندو رهي ٿو. ياد رکو توهان کي پنان تمام تنگ ڪندا ڪراچيءَ ۾.

ريڊيو پاڪستان تي سنڌ ۾ اڌو اڌ سنڌيءَ جو حق آهي. تنهن مان به خيرات طور ٻه ٽي ڪلاڪ ملندا ها. سي به توهان جي سنڌ سرڪار بلڪل محدود ڪري ڇڏيا آهن. ريڊيو ۽ T.V جي سنڌي ڊراما اداڪارن. هر طرح جي سنڌي فنڪارن ۽ ڳائڻن جا معاوضا بند ڪري ڇڏيا. جناب مهاجرن جو سنڌي انصارن اهڙو قصور ڪيو آهي ڪهڙو؟ جنهن جي سزا سنڌي قوم کي ڏني وڃي پئي.

جناب الطاف حسين صاحب اوهان جي سنڌ حڪومت جي دور ۾ سنڌي قوم کي هر طرح. هر طريقي سان تباهه تاراج ته ڪيو ويو پر ٻاهرين دنيا ۾ سنڌي صوفي قوم کي بدنام ڪيو پيو وڃي.

مڪلي جي مقام يعني قبرستان ۾ دريا خان، شهيد جي مزار جو، نالي ۽ تاريخ ۽ سن جو ڪتبو ڊهرايو ويو ۽ ڪجهه ڏينهن بعد منارا

مسمار ڪرايا ويا. ائين مزار جي بي حرمتي غيرمسلم به ڪونه ڪندا آهن. اهڙي طرح اوهان جي حڪومت "دو رنگي ڪيل مچائي رکيو آهي". هالينڊ ۽ پولينڊ جي مائيڪ ۽ رچرڊ ڪي جيڪي محرم جي ماتم تي تحقيق ڪرڻ آيا ها. ايجنسي اهلڪارن ذهني طور حراسان ڪرڻ لاءِ ٿاڻي تي ويهاري ڇڏيو ۽ ائين پرديسي مهمانن سان بدسلوڪي جو اهو سلسلو اسڪاٽ لينڊ مان آيل انهي جوڙي سان به پيش آيو جن کي جهلي ساڻن ڏاڍائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. (3) سال 2005ع ۾ جرمني جي هيري ايلن به مڪلي تي تحقيق ڪرڻ آئي هئي جنهن جي ڦُرِ ڪرائي وئي. شڪايت ڪئي پوليس وٽ وئي هئي ته ڪيس ڇريو فرار ڏئي تشدد بعد واپس موڪلڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي. ايلن ڪينجهر ۾ ٽپو ڏئي خالين هٿين جرمني وڃڻ بجاءِ مرڻ کي ترجيح ڏني پر ڪيس بڌڻ ڪان بچايو ويو.

(4) سال 2007ع جي شروع ۾ جاپان جو ڪي مي يا ما هاشنگ جڏهن ديسينٽ ڪاليج دهلي معرفت مڪلي جي تاريخ تي تحقيق ڪرڻ آيو هو ته نه فقط ڪائنس ڦر ڪئي وئي پر ڏاڍائي ڪرڻ جي حالت ڪئي. (5) تازو سيپٽمبر 2007ع تي فرينچ عورت فلورنس مڪلي آئي. سندس چوڻ آهي ته جيئن جاپان، هندوستان ۾ بڌازم تي تحقيق ڪرڻ ڪانپوءِ ڇهه مهينا اڳ صوفي ازم تي تحقيق لاءِ پاڪستان آئي. ڪجهه مهينا نيڪسلا ۾ تحقيق ڪيائين. ان ڪانپوءِ هڪ هفتي تائين قلندر لعل درگاهه تي رهي تحقيق ڪئي. بعد ۾ مڪلي پهتي. مڪلي پهچڻ شرط پهريون تلخ تجربو ان وقت ٿيو. قبرستان ۾ داخل ٿيڻ وقت آرڪيالوجي نيڪدار قبرستان ۾ داخل ٿيڻ لاءِ داخلا جي في ورتي بعد ۾ بين مقبرن مزارن کي ڏسڻ لاءِ به سئو روپيا في طلب ڪئي وئي. سيئي مرحلا طئي ڪري عبدالله شاهه اصحابي جي درگاهه پهتي. رات ٿيڻ سبب درگاهه جي

احاطي ۾ رهي پئي. جتان رات جو 11 وڳي ٻه ڇڙا ڪائنس سامان جو تيلهو ڦر ڪري ويا. تيلهي ۾ ريسرچ ورڪ، ڊجيٽل ڪيمرا، ڇهن مختلف ملڪن جي ڪرنسي. ٻه سئو يورو، پاسپورٽ، ويزا ۽ ڪپڙا وغيره. فلورنس درگاهه جي سامهون پوليس پوسٽ تي دانهن ڏني پر ڪنهن ٻه نه ٻڌي. ٽن ڏينهن تائين ڦر ٿيل سامان جو فرياد داخل ڪرڻ لاءِ ڌڪا کائيندي رهي. پوليس کي ڇيو ويو نه ڪيس ضلعي بدر ڪيو وڃي. پوليس جي هر هر رابطن کان پوءِ فرانس جي سفارت ڪار "دريده دروي" مڪلي پهتو جنهن کي دانهن ڏنائين ته ساڻس ظلم ٿيو آهي. سنڌس چوريءَ جو ڪيس نٿو داخل ٿئي نيٺ محترمه حميرا علواڻي ۽ سفارت ڪار جي مداخلت کان پوءِ ڪيس داخل ٿيو. سفارت ڪار فلورنس کي چيو ته هوءَ ساڻس گڏ ڪراچي هلي. محققه فلورنس ڪيس سٽايو ته ڇهه مهينا ڌڪا کائي شهر شهر رلي جيڪا ڳوڇنا ڪئي آهي. اهي ريسرچ پيپر ڪيس واپس ڪيا وڃن. ته نٿو نگر ڇڏي هلي ويندي. ڊي پي او رستم جتوئي موڪل تي هليو ويو ۽ فلورنس پنهنجي گائيڊ وزير قريشي سان گڏجي ڊي پي او انويسٽيگيشن جي آفيس پهتي جيئن ڪيس بابت معلوم ڪري سگهي. آئي تي جو شوڪت شاهاڻي جمعي نماز پڙهي آفيس آيو. فلورنس اجا ڳالهائڻ مس شروع ڪيو ته شاهاڻي مڇرجي پيو. پير مان پادر لاهي فلورنس جي منهن تي هنيو ڪيس ڌڪا ڏئي پٽ تي ڪيرائي لتون، تڏا هڻندو رهيو. سپاهين ٻه ڪافي شاهاڻي کي منٿون ڪيون پر مردود نه مڙيو. لتن تڏن لڳندي فلورنس ڊڪرجي وئي (بي هوش ٿي وئي). جڏهن سمڪ (هوش) ۾ آئي ته ڪيس وزير قريشي پنهنجي گهر وٺي ويو. واقع جي خبر پوڻ تي اخبارن جا صحافي وزير قريشي جي گهر پهتا. محترمه سسئي پليجو کي خبر پئي تنهن DIG سان ڳالهايو. زخمي فلورنس سسئي پليجو کي زخم ڏيکاري روئندي رهي ان

موقع تي محترمہ سسئي صحافين سان ڳالهائيندي چيو تہ اڄوڪو ڏينهن نني جي تاريخ جو ڪارو ڏينهن آهي. ٻي هودو پوليس آفيسر مجبور فريادي عورت کي مارڪٽ ڪري سنڌ جي تهذيب ۽ سنڌي قوم کي بدنام ڪرايو آهي. (يورپ جي ملڪن ۾ سنڌي قوم کي بدنام ڪرائي رهي آهي MQM جي حڪومت) ڳالهہ وزير قريشي سٽايو تہ انتهائي مجبوري جي حالت ۾ مون هن پرديسي عورت کي پنهنجي جاءِ ۾ ترسايو آهي. پر سادن ڪپڙن ۾ خفيا ادارن جا ماڻهو مونکي گهر جي درتي اچي ڌمڪي ڏنا ڏين تہ اها عورت گهر مان ڪڍ نہ تہ پوءِ ڏکيو ٿيندين. توکي ڪنيو ويندو. وزير اهڙي شڪايت ڊي آئي جي جي پريس ڪانفرنس ۾ بہ ڪئي ۽ پنهنجي تحفظ جي گهر ڪئي.

ڊي آئي جي حيدرآباد متاثر عورت فلورنس سان ملاقات ڪري ڪيس ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو ۽ هر قسم جي سهولت ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي پر فلورنس چيو تہ ڪيس ڪا سهولت نہ کپي فقط ريسرچ پيپر ڏيو. تہ هوءَ هتان هلي ويندي. ان تي ڊي آئي جي واقعي کي انتهائي معمولي جوندي چيو تہ "هن جي سامان جي ٿيلهي جي چوري آهي. اوهان خبر کي وڌائي هلايو آهي. صحافين کي قومي وقار جو خيال رکڻ کپي. ڊي آئي جي جي ان جملي تي هڪ صحافي طرفان ڪيس چيو تہ "پرديسي فرياد عورت کي ٿاڻي ۾ پادر هٽي دسي مارڪٽ ڪري بي هوش ڪرڻ ڪهڙي قومي وقار جي نشاني آهي.

ٻاهران ايندڙ تحقيق ڪندڙن سان پاڪستان جي پنجاب ۾ سرحد ۾ بلوچستان ۾ ساڻن ڪابہ بري هلت نٿي ڪئي وڃي. اتر سنڌ ۾ اڃا اهڙي بري هلت ٻاهر جي تحقيقات ڪندڙن سان ڪانہ ٿي آهي. جيئن فرينچ عورت فلورنس هڪ هفتو قلندر لعل جي درگاهہ تي رهي تحقيق ڪيائين. نوٽ: پاڪستان جي پنجابي حاڪم ڏکڻ سنڌ MQM کي ورهائي حصي ۾ ڏئي ڇڏي آهي. ڪراچي، ٽنڊو نگر، بدين، حيدرآباد.

ان وني ڪوڪرا پار تاثين ٻاهران دنيا مان تحقيقات ڪندڙ

مڪلي پهچن ٿا تہ ساٿُنِ هر طرح هر طريقي جي جُٺ تعدي ڪرائي وجي ٿي، پوليس وسيلي، پوليس هٿ هيٺ ڦورو، بدمعاش آهن.

ٻاهر جي دنيا ۾ سنڌي قوم ڪي بدنام ڪرڻ لاءِ هي ڪجهہ ڪيو وڃي ٿو. پوليس جا سنڌي آفيسر بي وس آهن. مٿان جو آرڊر عدوليندا تہ ڪين نوڪري مان ڪڍيو ويندو. پر گهڻ ۾ گهڻ سنڌي پوليس آفيسر ٻاهران ايندڙن سان ايڏي بري هلت جٺ تعدي ۽ چوري نہ ڪرائي اهو تہ سندس وس ۾ آهي. پير حسام الدين راشدي جي تحقيق ڪان متاثر ٿيندڙ جرمني جي محقق اين ميري شمل هن وصيت ڪئي هئي تہ کيس حسام الدين راشدي جي پيرانديءَ ۾ دفن ڪيو وڃي. چڱو ٿيو جو اين ميري شمل پنهنجي وصيت ڦيرائي ڇڏي. هي لاش قبر مان لڪ چوريءَ ۾ ڪڍرائي ٻاهر ڦٽي ڪرائن ها. سوچو تہ سنڌي قوم جي ڪيڏي بدنامي ٿئي ها دنيا ۾.

MQM جي اٺ سالا حڪومت ۾ ٻاهران ايندڙ يورپي تحقيق ڪندڙن واپس وڃي پنهنجي ملڪن جي رسالن ۽ اخبارن ۾ مضمون لکيا ساڻن بري هلت جا. جيڪي اين ميري شمل پڙهيا ۽ پنهنجي وصيت ڦيرائي.



تحريڪ آزادي جو عظيم هيرو امام انقلاب

حضرت سيد صبغت الله شاه شهيد "سورهيه بادشاه"



صاحب سخا، مجلس جو مور
سيد محمد بخش
عرف محمد جڙيو سائين، پٽ شاهہ



شهيد جمهوريت، محترمه بينظير ڀٽو

دختر اسلامِ توتي آهي سلامِ

تاريخ ۾ سندئي زنده رهندو نام



سخي مرد سائين خان محمد پنهنجن خادمن سان گڏ

سخي مرد بابا سائين خان محمد
فوٽو 1947



جعفر سنڌي بابا سائين خان محمد سان گڏ

# پڙهندڙ نَسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪائُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نسُل جا پَنَ سيني کي **چـو، چـالاءِ ۽ ڪـيـنـئـن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو ته ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)